# ديش دروهي

(سنڌ جي ۽ سوداگران جي دور جو تاريخي تجزيو)

**اديب انقلابي**

ملهه :- ٻارنهن روپيا

ڇاپان :- سورٺ پبلڪيشن


هيءُ ڪتاب مشهور پرنٽرز ٻيڪلوڊ روڊ ڪراچيءَ مان
امداد سارنگ ڇپائي پڌرو ڪيو.

## ھُلُ ڪمالاٽيءَ جي ٿانءِ

منجھان منھن جي روح - جي وڃي ھاچن وھري
تہ مر لڳي لوھ - تر ٻاپيھو تي ھران!

(شاھ)

# موکو

ھيءَ منھن ڏيئي ٻن — تون وھہ ڪاٿي نہ مرين!
(شاھہ)

ڌرتيءَ جي گولي تي وسندڙ ملڪن ۽ قومن
۾ وقت بوقت محب وطن، سورهيه، سرويچ، سچا
پچا ڏڳ، غدار، ابن الوقت، وطن وڪڻندڙ، ڌرتن
جا دلال، چمچا ۽ خوشامدڙيا پيدا ٿيندا رهيا آهن.
اهو هڪ عجيب اتفاق آهي ته هر وقت جي ور ۾
ڪڏهن ڪڏهن انقلابي جدوجهد جا مهرا به ٿڙڪيو
گپ ۾ گڇي، ڏپ، لالچ ۽ احساس ڪمتريءَ جي
مرض وچان ڏڳجي، ملڪ مٿان نادرشاهي عذاب آڻي
وجهندا آهن، جهڙوڪ: چيڪوسلواڪيا جو مزور
اگواڻ ماٽريڪ يا تبت جو پنچن لاما.

زنده هئڻ ۽ رهڻ جو احساس رکندڙ قومن،
ڌرتيءَ جي ڏڳن ۽ غدارن ۾ تميز ڪري وطن دوستن
جو قدر ڪندي ڌارين جي دلالن سان خوب جٽ
ڪئي آهي. تاريخ جي سيني تي ڪي ته ايتريون
حساس قومون به جيئريون جاڳنديون ملن ٿيون جن
غدارن کي مرڻ پڄاڻان به ڪونه بخشيو آهي. جيئن
فرانس ۾ مارشل پيتان، جيڪو پهرين مهاڀاري جنگ
۾ فرانس جو عظيم هيرو هيو ۽ ٻي مهاڀاري جنگ ۾
نازي جرمن پاران فرانس ۾ گورنري جو عهدو
قبوليندي، نازي جرمن ۽ ايس-ايس-گارڊس جي
مدد سان فرانس جي مزاحمتي تحريڪ کي ڪچلڻ
جي ڪوشش ۾ هٽلر جو ساٿ ڏيڻ لڳو، ته عظيم
فرانسيسي قوم کيس "خاص قبرستان" ۾ پورڻ جي

۾ اجازت نہ ڏني. ان ڏس ۾ مسرد. آهن جنرل ڊيگال جي اپيل کي ۾ رد ڪري ڇڏيائون.

ويتنام جو اتائي هڪ غدار وڏيرو هيو جنهن راڄ جهلرائي ماري ڇڏيا هئا، پر ويتڪانگ گوريلن اتائي جهڙن گهرن جي نانگن جون فهرستون ڏاهي، عوامي عدالت ۾ ڪيس هلايا. اتائي موت جو سزا لائق ڏوهاري ثابت ٿيو تہ ويتڪانگ قوم پرستن دشمن جي هزارها فوجن جي پهري وچان ہ کيس موت جي سزا ڏني ڇڏي ۽ اهڙن سڀني غدارن تي واضح ڪري ڇڏيو تہ قومي تحريڪ جا سپاهي سڀني غدارن کي ستن پهرن وچان بہ قيد ڪري، سندن ڪيتي جي سزا ڏئي سگهن ٿا!

پهرين عالمي جنگ ۾ جرمن فوج کي جنگ جي ميدان ۾ شڪست نہ آئي پر ملڪي غدارن، سلطنت جي پيٽ ۾ ڇرا هنيا. قيصر ولهيلم ملڪ ڇڏي ڀڄي وڃي هالينڊ ۾ پناهہ ورتي ۽ جرمنين کي مڪمل شڪست آئي. پر ٻي طرف بعد ۾ هٽلر چيو: ”اڄوڪي ڏينهن تي مان ان حلف کي پورو ڪرڻ جي عزم جو اعلان ڪريان ٿو. جيڪو فوجي اسپتال ۾ هڪ انڌي مريض جي حيثيت سان کنيو هيم تہ ان وقت تائين آرام نہ ڪندس جيستائين ميجر هين ڏوهز * کي سندس ڪيتي جي سزا نہ ملندي

* شڪست جي دستاويزن تي صحيحون ڪندڙ

مـــان ايستائين آرام ۽ ڪنـدس جيستائين موجوده بدحال جرمنيءَ جي ڪنڊڙن مان اڳين عظمت، طاقت، آزادي، وقار، رعب ۽ دٻدٻي وارو جــرمني نـــه چمندو.“

جيئن هماليا جبل جي برف ڳرڻ وقت گنـگا ٽپندي، اٿـــلندي پٽلندي، لهندي وهندي ويندي آهي، تيئن غيور قومن جي رڳن ۾ قومي جذبي جو رت، هر وقت جوش وچان ٽپــا کائيندو رهندو آهي- ٻي عالمگير جنگ وقت برطانوي عـــوام جي قومي غيرت ڏسڻ وٽان هئي، جڏهن جـرمن جاسوس ڪافي تعداد ۾ برطانيا اندر داخل ٿي وائرليس جي ذريعي برطانيا جا احوال جرمن مشنري کي ڏيندا هئا. پـر برطانوي ماڻهن جي احتياط ۽ حب الـوطني کي داد ڏيڻو پوندو جو لا تعداد فوجين جي چرپر بابت ڪين هڪ به ڪم جي خبر نه ملي سگهي!

ٻي پاسي مرده دل، وبساهه وسوڙيل، چسي، بيڪار ۽ بيمـــار قومن جو رويو حساس قومـــن جي سدائين ابتڙ رهيو آهي. هو هميشه پنهنجي بيوقوفي ۽ اڻ ڄاڻائيءَ سبب غدارن کي چاهڻ لـڳندڙيون آهن، سندن نعرن، شخصيتن ۽ رعب تاب جي جار ۾ ڦاسي پونديون آهن، جنهن جي ڪري وطن دوست ۽ وطن وروڌيءَ ۾ ڪا بـــه تميز، ڪو بـــه فـرق رکي نه سگهنديون آهن. اهڙيون قومون ڊٺل ڪمان جي ڊٺل

ڏاڍي جهان ڏنــون پيون هونديون آهن. قومن جي ساکت جا اهي به رخ آهن!

وطن دوست سدائين ڌرتيءَ جي پيٽ ۾ پنهن جي وجود ۽ ذاتي خواهشن کي ثانوي حيثيت ڏيئي قومي مفادن کي مٿاهون رکنـــدا آهن. هو ڌارين ڌاڙيلن سان جنگيون جوٽي، قـوم تـان ڏکيا ڏولاوا لاهيندا آهن. پر وطن وروڌي، قوم فروشي جو ڌنڌو اختيار ڪندي پنهن جي بـرتري، ڪوڙي عظمت ۽ وڏائيءَ جا نام نهاد تاريخدانن کان ساراهه جـا ڍڪ پرائي، قصيدهه گو شـاعرن کان پنهنجي شان ۾ شعر جوڙائيندا آهن.

تفو بر تو اي چرخ گردان تفو!

غيور، پاڻيائيون ۽ وطـــن دوست قـــومون پنهن جي وجود جي محاسبي سان گڏ غدارن پاران ڏنل ڏنين جي زخمن کي، هر وقت ياد جي سهاري سان تـــازو رکنديون آهن، ته جيئن انهن ڦٽن جي تـــازان کان پنهن جي جذبن لاءِ تازياني جو ڪم وٺي، جيئن جي هن جنگ ۾ پنهن جي قوتن کي نئون روح، نـئون ولولو، نئين سوچ ۽ نئون عزم ڏينديون رهن!

اها حقيقت آهي ته هر ملڪ ۽ هـــر قوم ۾ غدار ۽ محب وطن پئدا ٿيندا رهيـا آهن. هڪ طرف سوويت يـونين ۾ وي - آءِ - لينن ۽ استـــالن جهڙا

عظيم اڻ مٽ ڏاها انسان جهڙا آهن ته ٻي طرف
ڪامنيف ۽ زنيووئيف پيدا ٿيا آهن، جن ۱۹۱۷ع
واري بغاوت ڀري، پارٽيءَ مان اصولي ۽ نظرياتي
شڪست کائي، مانشوڪ اخبار ۾ اعلان ڪيو هيو
ته هو مسلح بغاوت جي تازي فيصلي لاءِ، مرڪزي
ڪاميٽيءَ سان متفق نه آهن. اهڙيءَ طرح انقلابي
تحريڪ جي لڪل فيصلن کي انقلاب دشمنن تائين
پهچائي غداري جا مرتڪب ٿيا هئا. هڪ طرف چين
۾ ڊاڪٽر سن يات سن ۽ مائوزي تونگ جهڙا بيباڪ
سرويچ سوڍا پيدا ٿيا آهن ته ٻي طرف چيانگ ڪائي
شيڪ جهڙا غدار به پيدا ٿيا آهن، جن قوم جي
اصل بنيادي "طبقاتي مسئلي" کي ڪا به اهميت نه
ڏني آهي. هڪ طرف چيڪوسلواڪيا ۾ جيولس
فيوچڪ جهڙن جي جان ۽ مال جو قومي تحريڪ کي
نذر ڪيو ته ٻي طرف ماٽريڪ ديش دروهين
وٽ کين پڪڙائي هڪ عظيم گناهه جو جوابدار ٿيو.
هڪ طرف ميسور جي والين حيدر علي ۽ ٽيپو سلطان
ملڪي سرحدن جو بچاءُ ڪيو، ته ٻي طرف مير
صادق وزير اعظم، مير قمر دين سپهه سالار، مير
غلام علي منڊڙو اميرل بحر، ميران پورنيا جي سازشين
جي ڪري دکن ۽ ميسور، گورن کي هٿ اچي
ويو. مير قمر دين کي ته انگريزن جي سرڪوبيءَ لاءِ

هڪ محاذ تي موڪليو ويو هيو پر هو انگريزي فوجن
جي پليان، جنگ ڪرڻ ڪانسواءِ اُٿن اچي رهيو هو
جڏهن ته انگريزي فوجن جو باپردار هيو! انگريزي
فوجون بغير ڪنهن رنڊڪ جي سرنگاپٽم جي ڇنني
طرف ڦهلجي ويون. ساڻن گڏ سندن مقامي غدار
دوست به هئا. سلطان جي منصب دار مير قاسم،
انگريزي فوجن کي قلعي ۾ ڏکڻ اولهه ڪنڊ جي ان
حصي ۾ رهنمائي ڪئي جيڪو قلعي جو سڀ کان
وڌيڪ ڪمزور ڀاڱو هيو. بدرل زمان نالي غدار ته
ٽيپو سلطان کي فرانسيسي ڪار آمد صلاحن تي عمل
ڪرڻ کان به جهلي رکيو. ايتريقدر جو جڏهن
سلطان ڊڊي نالي دروازي کان بندوق کڻي ميدان
جنگ تي اڇيو ته مير صادق ڊڊي دروازي کي
بند ڪرڻ جو حڪم ڏنو ۽ وزير اعظم جي حيثيت
سان پهريدارن کي حڪم ڏنو ته: "خبردار جي
ڪڏهن هي دروازو کوليو ويو آهي، ڪٿي ڪم به
چونه اچي! ٿي سگهي ٿو سلطان جي بهاني سان ٻيو
ڪوئي اندر داخل ٿي وڃي!" انهن هدايتن ڪانپوءِ
مير صادق شهر جي اوير ٻاهي روانو ٿيو جڏي سندس
ڪوئي هئي ۽ فاتحن جهان انگريزن کي پليڪار
ڪرڻ لاءِ نڪتو پر هڪ قوم پرست احمد خان جي
تلوار جي بک بنجي ويو. ٽيپو سلطان پنهن جي محافظ

جنهن سان شهر جي اتر اولهه حصي ۾ دهلي دروازي وٽ ٻهتو ۽ سندس امير، جنگ ۾ اهي پون ٻجـاهه ٻري کان ٿي روما لوڏي انگريزن کي سندس اچڻ جا اطـلاع ڏيڻ لـڳا. انگريز فوج ڏکڻ ۽ ڏکڻ اولهه طرف کان قلعي ۾ گهري ته ان وقت پورنيا غدار، مقامي سپاهين کي پگهارون وٺڻ جي بهاني سان پاڻ وٽ گهرايو هيو. خـود سلطان ٻڍي دروازي کان قلعي ۾ گهڙڻ. گهريو ته سنـدس لاءِ به دروازو نه کـوليو ويـو ۽ اهڙين هيءَ عظيم سپوت ڌارين جي گولين جي زد ۾ اچي شهيد ٿـي ويو. قمر دين ۽ پورنيا جي سازباز تحت ئي سلطان جا پٽ فتح حيدر ۽ ٻيا گرفتار ڪيا ويا. انگريـز ڪميشن وٽ سلطان جي پٽ کي تخت تي ويهاري، پنهن جي گڏي طور هلائڻ جو مسئلو بحث هيٺ آيو ته مير غـلام علي اڪيلي وڏي چيو: ”نانگ کي ماري نانگن جي ٻچن کي کير پيـاري، سندن پرورش ڪرڻ ڪٿان جي عقلمندي آهي؟!“

هڪ طرف بلوچستان جي ڌرتيءَ تي جيئنـد، خليل خان، خير بخش مري ۽ علي محمد مينگل پيدا ٿيا آهن ته ٻي طرف عيـدو جـهڙا ڪيترائي غـدار ڄميا آهن، جن ڌارين جا پير، بلوچستان جي جـابلو ڌرتيءَ تي پختا ڪيا آهن. اهو عيدو ريڪي زئي ئي

هيو جنهن جي لاءِ هندستان جي امرتسر واري جاليا نوالا باغ جي مشهور واقعي جي بدنام قاتل برگيڊيئر جنرل آر، ايچ، ڊائر – سي، بي پنهنجي بلوچستان جي سرحدن تي قبضي جو احوال تفصيل سان لکندي چيو: ”عيدوءَ کي مان اڪثر پاڻ وٽ سڏائي چوندو هيس ته تون منهنجو دماغ آهين! ڇاڪاڻ ته نه صرف عيدو هن علائقي جي گز گز جي زمين کي ڄاڻي پيو، پر هو ته انهن قبائلي ڇاپا مارن مان هر هڪ جو نالو به ڄاڻيندو هيو، ڪين سنيءَ طرح سڃاڻيندو به هيو. سندن خاصيتن، ڪمزورين ۽ قبائلي طاقت کان به واقف هيو. مطلب ته لکن ۾ هڪ هيو.“* اهو عيدو جي ئي دماغي سازش جو نتيجو هيو، جو سادن بلوچن، جن پنهن جي سڄي زندگيءَ ۾ پهريون ڀيرو انگريزن جي موٽرڪار ڏٺي هئي، ته هن ڪار کي هڪ عجوبو، هڪ شيطاني آلو ۽ هڪ تباهه ڪن جنگي هٿيار قرار ڏيڻ لڳا ۽ ڪائنس ايترو ته ڊڄڻ لڳا جو پنهن جي خواري به وساري، عيدو کي موقعو ڏناؤن ته جنرل ڊائر کي هڪ نالي ماتر فوج سان پاڻ تي غلبو ڏيساريئن! اهو عيدو ئي هيو جنهن ڊائر جي ڪئي ڀيرا زندگي بچائي، ريڪي قبيلي جي ٥٠ ڄڻن جي گروهه کي

---

* بلوچستان ڪي سرحدي ڇاپه مار مترجم: مير گل خان نصير ص: ١٨

انگريزن جي مدد ۽ بلوچ قوم پرستن جي سرن ڏيڻ لاءِ آندو، ڪمال آباد جي وادي ۾ جو ۽ ڪاڏڪ جي وصلان ڪي تباهه ڪرائڻ جي بهاني جيئند کان هٿيار اڇلرايا ۽ جنرل ڊائر کي هدايت ڪئي ته "جيئند ۽ خليل خان انگريزن سان وڙهڻ کان سواءِ ڪڏهن به بس ڪري نه ويهندا، ان ڪري وڏي فوج موقعي ۽ محل جي مناسبت سان جوڙڻ گهرجي. هنن بلوچن جي قول ۽ قسم تي ڪڏهن به ڀروسو نه ڪريو، ڪٿي جنسي قرآن ڇو نه کڻن!"، اهو عيدو ئي هيو جنهن پنهن جا چاڙتا، وطن دوستن جي چرپر کان با خبر رهڻ لاءِ رکيا ۽ خان صاحب جو خطاب ۽ معقول پينشن ورتي. اڄ به سندس ايران زاهدان ۾ قبر تي ڪئي قوم پرست لعنتون موڪلين ٿا.

سنڌ ۾ ملندڙ باقاعده غداريءَ جو سراغ ان وقت کان ملي ٿو جڏهن اسلامي تاريخ ۾ خليفي عمر، عربن جي اتحاد کي قائم رکڻ لاءِ، عرب سامراج کي وڌائڻ شروع ڪيو. هن پاڙي اوڙي جي مڙني ملڪن جهڙوڪ: شام، ايران، مصر ۽ دمشق وغيره تي حملا ڪري ڦرلٽ ڪرڻ شروع ڪري ڏني. انوقت سنڌ جي هاڪ ملڪان ملڪ مشهور ٿي وئي هئي. سنڌ جو عوام امن جو داعي ۽ پيامبر هيو. سنڌي ماڻهن جي سينن ۾ گداز ڇاتين جون ڌڙڪڻون هيون.

منجهن گلن جهڙي خوشبوءِ ، ماڪ جهڙي آلاڻ ۽ ماکيءَ جهڙو مٺاج هو. سنڌ لڏندڙ ڪومن جو مسڪن ۽ مرڪندڙ وستين جو ملڪ هو ، جنهن انسانيت جي مجروح ۽ قتيل دلين تي ڦها ڦٽي رکيا. سنڌ ملڪ ۾ هوا جا جهوٽا اپسرائن جيان نچندا ۽ ڊوڙندا نظر ٿي آيا. سنڌ مان سهاڳ رات جهڙي سڳنڌ اچي رهي هئي. سنڌ جي چوٽيءَ مان چمپا جون ڪليون ڇڻي، پٽيون پٽيون ٿي کهنبي چادر تي پکڙجي وينديون هيون. چيٽ جي چانڊوڪي ۾ چڪور جي پرواز جيان زندگي ڪڪريءَ جي ڇانوَ ۾ مور ناچ ڪندي هئي. زندگي جي وڏن وارن ۾ سنڌڙي علم ، فن ، فڪر ۽ صلاحيتن جا اڻ مٺا گلاب اٽڪائيندي هئي. سنڌ جي انهن مڙني خوبين کي ڏسي حريص عرب سامراج بکايل بگهڙن جيان مٿس حملا ڪرڻ لڳو.

**پهريون حملو :-** خليفي عمر جي زماني ۾ عثمان پٽ ابي عاصي ثقفي بحرين ۽ عمان جي حوالي ڪيو. اهو حملو سنڌ تي سمنڊ جي رستي ڪيو ويو. سنڌن جهاز بمبئي ڀاسي ٺاڻي شهر وجي نڪتا ، جتي ڦرلٽ ڪري واپس هليا ويا. ان ڦرلٽ مان خليفي عمر کي ڀاڱو موڪليو ويو جنهن کين هدايت ڪري موڪلي ته سمنڊ ذريعي جهازن ۾ لشڪر چاڙهي موڪلڻ خطري کان خالي نه هيو. هن ، مال غنيمت حاصل ڪري کين چوايو:

"اي بـــرادر مي فوج جيڪا تو ٻيڙين رستي روانـي ڪئي هئي، ان جو مثال اهڙو هو جهڙو ڪنهن جيت کي ڪاليءَ تي ويهاري سمنڊ ۾ ڇڏي ڇـڏجي جيڪڏهن اهي لشڪري ڪنهن آفت جو شڪار ٿين ها ته ان جو عيوض تنهن جي سڄي قوم کان وٺان ها!"

**ٻيو ۽ ٽيون حملو :-** عثمان پٽ عاصي، پنهنجي ڀاءُ مغيره کي هڪ جهازي ٻيڙي جي لشڪر جـو سپهه سـالار مقرر ڪري خليفي عمر جي حڪم جي انحرافي ڪندي، سنڌ طرف موڪليو. هن ديبل بندر تي حملو ڪري ڦرلٽ ڪئي پر آخر ڪار مـارجي ويو. سندس ٻي ڀاءُ حڪم وري ڀڙوچ، گجرات جي ڪڙ تي حملا ڪري ڦـرلٽ ڪئي. اهي حملا ١٥ هجري ڌاري ٿيا.

**چوٿون حملو :-** عبدل رحمان پٽ سعره، زرنج کـــان وڌي سنڌ جي انهن ٽڪرن تي قبضو ڪيو جيڪي زرنج ۽ ڪيش جي وچ ۾ هئا. خشڪي جي جي رستي کان جـڏهن عرب لشڪر سنڌ جي سرحد تي پهتو ته سنڌ جو اهو حصو عربن جي قبضي ۾ آيو، جيڪو هن وقت بلوچستان جي حد ۾ آهي.

**پنجون حملو:-** خليفي حضرت علي جي وقت ۾ ثغار پٽ

صغير، جيڪو سنڌ جي سرحد تي ڪم ڪرڻ لاءِ مقرر هو ۽ سائس حارث پٽ مره عدي بہ سان هو، فوج ڪشي لاءِ ضروري سامان هٿ ڪري ٣٨ هجريءَ جي آخر ۾ بهرج ۽ پايا جبل جي پاسي کان اچي قيقان تي حملو ڪيو. هتي ٢٠ هزار مقامي جابلو فوجن سائن مقابلو ڪيو، جنهن جي ڪري هو مال غنيمت هٿ ڪري جلد ئي موٽي هليو ويو.

**ڇهون حملو :-** حارث پٽ مره عدي جنهن اڳين حملي ۾ فتح حاصل ڪئي هئي، سنڌ طرف حملو ڪيو. ان وچ ۾ ڪيس خليفي حضرت علي جي مارجي وڃڻ جي خبر پهتي، پر هيئن تہ سنڌ س ڏنڊو قرلٽ ڪرڻ هيو، انڪري دل نہ هاري جنگ ڪيائين پر خراسان جي پرسان قيقان جي پر ۾ مارجي ويو.

**ستون حملو :-** امير معاويي حاڪم ٿيڻ بعد سگهو ئي بصري جي حاڪم عبدالله پٽ عامر ۽ راشد پٽ عمر کي سنڌ ڏانهن موڪلي قرلٽ ڪرائي.

**اٺون حملو :-** ٤٢ هجريءَ ۾ معاويي، عبدالله پٽ سوار عبدي کي وري سنڌ ڏانهن حملي ڪرڻ خاطر روانو ڪيو. هو قيقان تي حملو ڪري گهڻو مال هٿ ڪري، قيقان جا پلا گهوڙا قري واپس وريو.

ڏهاڙون حملو :- عبدالله پٽ سوار کي ۴ هزار سوار ڏئي حڪم ڪيو ته اڳي جهڙا آنڌل گهوڙا هٿ ڪري، پر هن پيري ڪيس ڪاميابي حاصل نه ٿي.

ڏهون حملو :- ۴۴ هجري ۾ مهلب پڌابي صغره سنڌ جي فتح لاءِ جبلن جي طرف کان حملو ڪيو. هن قندابيل جي وچهو اچي جنگ ڪري خوب مال غنيمت هٿ ڪيو.

يارهون حملو :- هي حملو مهلب، قندابيل جي پاسي کان ڪيو. هن مڪران پاسي ڦر لٽ ڪري ان قابض ٿي، وقت جي حاڪم کي مال موڪليو.

ٻارهون حملو :- زياد، سنڌ جي ڪنارن وارن ٺڪرن تي راشد پٽ عمر جريري ازدي کي موڪليو، جيڪو مندر ۽ ٻهرج جي پهاڙن وٽ ميد قبيلي جي جابلو ماڻهن سان وڙهندي مري ويو. سندس جاءِ تي سنان پٽ سلما مقرر ٿيو، جيڪو به ان پاسي جي ماڻهن سان وڙهندي مارجي ويو.

تيرهون حملو :- سنان پٽ سلما جي قتل کانپوءِ منذرين جا رود مڪران جو والي تي هيءُ حملو ڪيو.

چوڏهون حملو :- حڪم ملڻ تي ابن زياد ٻئي سردارا پٽ حري کي سنڌ جي سرحد تي جنگ ڪرڻ لاءِ مقرر ڪيو جنهن سنڌين سان خوب لڙايو ن لڙيون.

پنڌرون حملو :- خليفي وليد بن عبدالملڪ جي وقت ۾ حجاج بن يوسف ثقفي جي حڪم تي، عرب فوج جي سپهه سالار محمد قاسم * سنڌ جي مها راجا ڏاهر جي دور حڪومت ۾ ڪيو. هي ٺ حملو اڳين سڀني حملن کان وڌيڪ زوردار، پختي رٿا ۽ هرطرح جي فوجي ۽ سياسي طاقت جي ذريعي ڪيو ويو جنهن جا ڪي خاص سبب هيٺيان هئا:

١- سنڌ تي عرب سامراج پاران ١٤ ناڪام حملا ڪيا ويا هئا.

٢- عربن جڏهن ايرانين تي حملا ڪيا هئا. تڏهن سنڌين پنهن جي سرحدن جـي حفاظت جي لاءِ جنگ سلاسل، قدسيا ۽ نهاوند ۾ پاڙيسري مظلوم ملڪ ايران جي مدد ڪئي هئي.

٣- عربن جي گهرو سياسي ويڙهه خليفي يزيد، جڏهن امام حسين تي تشدد جا پهاڙ ڪيرائڻ شروع ڪيا هئا تڏهن سنڌ جي راجا ڏاهر، امام حسين کي سنڌ ۾ پناهه وٺڻ جي ڪوٺ ڏني هئي. ان ڪوٺ کي قبولي امام حسين اهل اولاد سميت سنڌ ڏانهن اچي رهيو هو، پر * جيئن ته انوقت عربستان کان سنڌ

---

* مولائي شيدائي جي تحقيق موجب محمد بن قاسم ٢٤ هه ۾ ڄائو هيو. ان حساب موجب، سنڌ تي حملي وقت سندس ٦٩ سال عمر هئي.

* انسانيت موت کے دروازے پر، مولانا ابوالکلام آزاد.

اچڻ جو رستو عراق جي طرف کان هيو، انڪري ڪوفي ۽ بصري کان سنڌ طرف امام حسين جي روانگي جي ڳالهه يزيد کي سڌ پئجي، تہ هن ڪوفي کان ايران طرف ويندڙ رستي روڪڻ لاءِ پنهنجي سپهه سالار کي حڪم ڪيو تہ: "جيڪڏهن امام حسين بيعت نہ ڪري تہ کيس قتل ڪيو وڃي." امام حسين جي قتل بعد بني اميہ وارن سندس طرفدارن تي بہ بيحد ستم ڍاهڻ شروع ڪيا، جن کان محمد پٽ علافي پنهنجي گروهہ سميت ڀڄي اچي سنڌ ۾ راجا ڏاهر جي پناهہ ورتي.

انهن تعصب جي ڪري سنڌ جي امن امان واري ڌرتيءَ تي عرب لشڪر، هنن جي ظلم ۽ فساد جو بنياد وڌو. ڏوڙي ۽ ڏاڙهار جيا ميهڻي ڏنيت ڏند ڪرتيندا، پنهنجي ظلمي اکين ۾ وحشيتن جا اوڙاهہ کڻي، هٿن ۾ آدم خور ڀيانڪ منجنيقون جهلي، مهراڻ جي انچ انچ کي ويران ڪرڻ لڳا. انوقت سنڌ جي راڄ گدي اروڙ هئي جنهن جو ذڪر خردازبا جي المسالڪ والممالڪ، شيخ ابل فضل جي آئين اڪبري، ڪرنل ٽاڊ جي راجستان ۽ ونسٽن جي تاريخ هند ۾ آيل آهي- سندس بنياد ڇهين صديءَ واري راجا پاليڪا جي راجا سهيرس وجهي، مضبوط قلعو پڻ تعمير ڪرايو هو. هتي ئي عرب لشڪر

مقامي غدارن جي مدد سان مها راجا ڏاهر کي شڪست ڏني، سنڌ تي پنهن جي فتح جو جهنڊو جهولايو هو.

موڪو پٽ وسايو به اهڙن ئي غدارن مان هڪ هيو، جنهن جو ڀ-يڱ سنڌو درياهہ جي پيٽ ( DELTA ) * جو والي ۽ مها راجا ڏاهر جو وفادار هيو، جڏهن ته موڪو عربن جي ابتدائي آمد کان ئي ڏانهن مائل رهندو آيو هيو.

محمد پٽ قاسم سنڌو درياهہ جي اولهائين ڪپ تي پهچي پهريائين موڪي جي ياءَ راسل کي خط لکيو. ڪڇس ولايت ڪڇ ۽ جورتا (سورتا) جي پيش ڪش ڪري سندس انتظار ۾ ويٺو رهيو. جڏهن راسل وٽان ڪا به ورندي نه آئي ته موڪي پٽ وسائي کي ساڳيو شرط پيش ڪيائين جيڪو سورتا جو حاڪم هيو. جيئن ته هي ٻئي ڀائر هڪ ٻئي جا رقيب هئا، انڪري عرب لشڪر منجهائن فائدو ورتو گهريو. موڪي ان پيش ڪش جو هيئينءَ ريت جواب ڏني، جاهين، حاڪم پيٽ کان ٿيندڙ جنگ کي ختم ڪرايو جيڪا ان دؤران ٿي رهي هئي: "اوهان جيڪو مون تي احسان ڪرڻ جو وعدو

---

* دوآبو (DELTA) ان زمين کي چئبو آهي جيڪا تمام هيٺاهين ۽ سمنڊ جي ڪناري تي ڪجهہ پاڻي هيٺ ۽ ڪجهہ پيٽن جي شڪل ۾ هوندي آهي.

ڪيو آهي تنهن جو ٽورو. مون کي اوهان جي اطاعت
کان ڪو به عذر ناهي جيڪو پنهن جي حق ۾ بهتر
پانيان ٿو. هيءَ ڳالهه ياد رکڻ جي آهي ته بادشاهه
جو پنهن جي خادمن کي ڪوئي حفاظت خاطر ملڪ
سپرد ڪري ٿو، انهي سواءِ ڪنهن اهڙي سبب جي،
جو جان ۽ عزت خطري ۾ هجي، ان سان غداري ۽
بيوفائي ڪرڻ امانت ۾ خيانت ڪرڻ جي برابر آهي. منهن
جو ملڪ، بلڪ ڏاهر جي سڄي سلطنت، منهن جو
وطن ۽ ابي ڏاڏي جو ورثو آهي. ڏاهر سان مٿي مائٽي
به اٿم. جيڪا ڪيس بلندي نصيب ٿيندي ان ۾
منهنجو به حصو هوندو، انڪري منهن هر رنج ۽
راحت ۾ شريڪ رهڻ منهنجو فرض آهي. پر عقل ۽
فلسفيانا دلائل سان هيءَ ڳالهه ثابت ٿي چڪي آهي
ته هي ملڪ اسان جي قبضي مان نڪري ڪنهن ٻي
جي قبضي ۾ وڃڻ وارو آهي ۽ عقلمند اهوئي آهي جو
موقع هٿان نه وڃائي ته جيئن اچڻ واري مصيبت
کان محفوظ رهي. جيئن ته اوهان مون کي اعتماد
جوڳو سمجهي وڏي فياضيءَ سان پيش آيا آهيو، ان
ڪري منهن جو به فرض آهي ته اوهان جو ساٿ ڏيان،
پر جيڪڏهن سواءِ ڪنهن جنگ ڪرڻ جي اوهان
سان ساٿ ڏيندس ته منهنجو خاندان بدنام ۽ سڀان
رزيل ٿيندس. ان لاءِ تدبير اها آهي ته مان پنهن

جي ڏيهه جي شادي جي بهاني سامڪري وچان ٿو.
اوهان هڪ هزار سپاهي اماڻي مون کي قيد ڪرايو."

مٿين خط مان موکي جي غداري، مڪاري، سازشي زهر ۽ وطن فروشيءَ جي پليءَ پٽ پروڙ پئجي سگهي ٿي ۽ گڏو گڏ ان وقت جي سنڌي قوم جي ذهني لاڙي جو به پتو پئجيو وڃي، جيڪي اهڙن غدارن جون گلائون ڪري کين نفرت وچان ڌڪاريندا هئا، جنهن کان موکو به ڊنل هيو!

ڪڙم جي ويڙهن سان اها جٽ بعد ۾ به سنڌ جي تاريخ ۾ ملي ٿي، جڏهن هڪ مکيه غدار قاضي فادن سنڌ جي شهرن مان لنگهندو هيو ۽ سنڌ جا بارڙا کيس پٺڙ هڻي، گهٽين ۾ پٺيان ڊوڙندا هئا. سنڌي ماڻهو ڪڏهن به غير قوم کي ملڪ جي صحيح چاڻ نه ڏيندا هئا. جاحظ هڪ سنڌيءَ جي ڳالهه لکي آهي ته: "ڪنهن امير، سنڌ کان ايندڙ هڪ مسافر کان سنڌ جي باري ۾ دريافت ڪيو ته ان واٽهڙوءَ ورائيو، پاڻي تمام گهٽ، ڦل نهايت ردي، چور ڏاڍا بيباڪ، لشڪر گهڻ هجي ته تباهه ٿي وڃي ۽ جي گهٽو هجي ته بک ۾ مري وڃي."*

ڊاڪٽر محمد خالدي انهيءَ ورائي لاءِ ڏيندي سنڌي واٽهڙوءَ کي ديش ڀڳت سڏيندي لکيو آهي

---

* البيان والتبيين جلد ١، ص: ٢٨٥

ته : "ان جواب جو اهو نتيجو ڪڍڻ شايد غلط نه ٿيندو ته سنڌ لاءِ خبرون ڏيندڙ جو مقصد، عربن کي سنڌ تي ڪاهه ڪرڻ کان باز رکڻ هيو. چاڪاڻ ته سنڌ جي اها وصف سندس رڳو ريگستاني ڏکرن لاءِ آهي." *

موکو جيئن ئي مقرر هنڌ تي هڪ سئو سوارن ۽ ويهه ٺڪرن سان گڏ پهتو ته عربن پاران بناتهه پٽ حنفظلهه هڪ هزار پورن هٿيارن پنهوارن سان سجايل فوج وٺي، کيس گرفتار ڪري محمد پٽ قاسم آڏو آندو. عرب دماغن، پڪڙيل ويهه ٺڪرن کي به ڪارآمد چاڻي، خلعت، سنجيل گهوڙا ۽ ڪئي انعام اڪرام ڏيندي پنهن جو ڪري ورتو ۽ موکي کي ڪرسيءَ تي ويهڻ جي اجازت ڏني، بيٽ تي پوين نسلن سوڌو حاڪم مقرر ڪيو. ان کان علاوهه قصبا ورجوتهه، واري ايراضي جا گير طور پروانا لکي ڏنائونس.

سنڌ جي تاريخ ۾ هن پهرين ملنڌڙ غدار جو ملهه بيٽ وارو علائقو، هڪ لک درهم، ڪرسي ۽ سروپاءِ ڪٿيو ويو، جنهن جي موٽ ۾ هن سنڌ جي الهڙ جوان جماڻ نارين جي چوٽين ۾ رسا بڌرايا، بارڙا قيد ڪرايا، ڌرتيءَ جي عبادتگاهه تي نينهن جي نماز

---

* رسالا برهان جولاءِ ١٩٦١ع ص : ١٥

۾ هندڙ مست الست نانگا قتل ڪرارايا، عصمتون دري ڪرارايون، دولتون لٽرايون. ڏسندي ڏسندي سنڌ جي ڌرتيءَ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ڪيترا ئي عاجوج ماجوج گهڙي آيا، جن هتان جي هر هڪ شيءِ کي پنهنجي حڪمن ۽ غليظ هٿن سان لوٽڻ شروع ڪيو.

مورخين جي خيال موجب موکي کي جيڪو انعام مليو اهو پنهنجي قسم جو پهريون عطيو هيو جيڪو عربن پاران هڪ سنڌي غدار کي ڏنو ويو.* سنڌ ۾ عربن پاران ڪيس پهرين تاج بخشي ٿي جنهن جي ڪري موکي نهايت ئي عاجزانا لهجي ۾ وفاداريءَ جو اظهار ۽ اقرار ڪيو. محمد بن قاسم پنهن جي پاران جو تخت کيس ڏئي پنهن جي طرفداريءَ کي مضبوط بڻايو.**

مهاراجا ڏاهر هن عهد نامي، بي وفائي ۽ غداري جي سڌ لهي، سنڌ جي سورهيه سوڍي جئه-شينهن کي بيٽ جي قلعي تي موڪليو جنهن عرب لشڪر کي خوب ٻيڙو ڪري ڌونڌاڙي ڇڏيو.

---

* تاريخ سنڌ حصه اول اعجازالحق قدسي ص: ۱۴۹

** تحفته الڪرام ۽ چچ نامو ص: ۷۸

عربن جو گاھہ ۽ اناج گھٽجڻ لڳو، گھوڙا مرڻ لڳا ۽ منجھن جزام جي بيماري پکڙجڻ لڳي. عرب ايترو ته ششدر ٿيا جو پنھنجا ئي گھوڙا کھي کائڻ لڳا. موڪي جو انوقت عربن لاءِ مھلائتو ڪم اچڻ، ڪين پنھنجي ملڪ جي برابر ھيو. ھو عرب لشڪر جي لاءِ ڪاڏي، خوراڪ ۽ ٿھل ٽڪور ۾ ايترو ته جنبجي ويو جو دنيا جي ظالم ترين حڪمران حجاج بن يوسف ثقفي جي آڏو ھڪ عرب خابرو سندس ساراھہ ڪندي ٻڌايو: "موڪو مڙس ٿي بيٺو آھي جنھن جي بدولت عرب لشڪر ۾ وري ساھہ پيو آھي." اروڙ جي جنگ پيري محمد بن قاسم سنڌو درياھہ کي پار ڪرڻ جون تدبيرون ڪرڻ لڳو ته موڪو ٻيڙيون آڻائي، سنڌو درياھہ تي مضبوط پل ٻڌرائي سڄي عرب لشڪر کي اڪاريو ۽ محمد بن قاسم کي منزل ڪٽي 'نارائي' اچڻ جي پڻ ترڪيب ڏئي ان جا فائدا ڳڻايا.

١٠ محرم تي عرب فوج آڏو سنڌي فوج اٿين نمودار ٿي چڻ ته ڪارين گھٽائون آڪاش ۾ زخمي ھاٿين جيان لاڙا ڪنديون آيون ھجن، يا اروڙ جون امر آتمائون صدين ڪان پوءِ ڪرڪٽي وري جاڳي پيون

هجن ! سنڌ وارين دشمنن تي ڪاريون ضربون هڻي سنڌن صفون هيٺ مٿي ڪري ڇڏيون. ايترو قدر جو خود محمد بن قاسم به اهڙو مدهوش ٿي ويو جو ساقي غلام کي رڙ ڪندي چيائين - "مون کي پاڻ ڪاراءِ."

پوءِ ساهي پٽي پڙهو گهمرايائين ته: "عربو ڪاڏي ٿا ڀڄو؟ اوهان جو امير مان هتي آهيان ڀالون کڻو، فتح اسان جي آهي."

عرب لشڪر کي دم توڙيندو ڏسي موڪو تازي توانائي لشڪر سوڏو اچي، پيادو ٿي عربن کي دلداري ڏيڻ لڳو. هو سنڌين جي لشڪر سان وڙهي، غداريءَ جو اهڙو ڪم سرانجام ڏنائين، جهڙو مردان مان 'گائيڊز' نالي لشڪر نمڪ ادا ڪندي، دهليءَ تائين رسي، انگريزن جي لاءِ پنهن جي خون کي به پيش ڪيو. انگريزن جي گرفت وڌيڪ مضبوط ٿي ۽ هو غداريءَ جي صلي ۾ انعام اڪرام وٺي رمندا رهيا. انهن ٿي سپاهين جا پار، وڏا امير ڀڄي آزاديءَ جي تحريڪ کي ڪچليندا رهيا!

هن جنگ دوران رڻ گجيو راڙو ٿيو. پالا ۽ ٻرڇيون ڌرتيءَ تي چلڪندا وڌيا ۽ آخر ڪئي گهاوَ سهي سنڌ جو امر سورهيه مها راجا ڏاهر، ڇمپا

ڪليءَ جيان ڪچي ڌرتيءَ تي انهن ڪري ملي ويو، جيئن جهر ۾ ڪنول جا گل پاڻ ۾ ملندا آهن، جيئن ماڻهو پنهن جي محبوب کي من مندر ۾ ويهاري سجدو ڪندا آهن! سنڌ جي آزاديءَ جو ٽمٽمائيندڙ چراغ آخري ڀيرو ڀڙڪو کائي وسامي ويو. مها راجا ڏاهر جو موت سنڌ جي قومي جدوجهد جي تاريخ جو آواز هو. سندس موت تي دريا هم دانهن ڪئي، سنڌ جي هڪيل هوائن، سمين سوڍن، سنگهارن، پنهوارن ۽ ٻارڙن پڪاريو، ڇو ته سنڌ جي آزاديءَ جو موت اچي ويو. سنڌو سڀيتا جو موت. ماروئڙن ۽ لاهيارن جو موت، ساميءَ جي سلوڪن ۽ ڀٽائي جي بيتن جو موت، جنهن جي ڪري ڪينجهر ڪنارا اسارا ٿي ويا، نوري نمائي ويڳاڻي ٿي پئي، ڌرتي نستي ٿي، وهمي ٿي پئي.

مها راجا ڏاهر ٦٢٦ع ۾ ڄائو هيو ۽ ١٦ سالن جي عمر ۾ سنڌ جي تخت تي ويٺو هيو. سندس بهادريءَ جا قصا دنيا جي ڪيترن ئي تاريخ نويسن لکيا آهن، جهڙوڪ:

١- هڪ ڏينهن راجا شڪار ڪري رهيو هو ته اوچتو جهنگل مان شينهن ٻاهر نڪري آيو. توڙي جو ماڻهو کيس مارڻ لاءِ ڊوڙيا، پر راجا سڀني کي منع ڪري اڪيلي سر وڙهڻ لاءِ تيار ٿيو ۽ کيس

ماري وڌائين. *

٢- عرب فوج جي غلبي جو ٻڌي، راجا پاڻ لشڪر وٺي درياهه جي ٻرينءَ پڪ بيهي، ڌارين کي روڪڻ لڳو. عربن جي هڪ ٽولي درياهه ٽپي ڪاهيو ته ڏاهر پاڻ تير هڻي ڪين ماري وڌو. **

٣- جڏهن عرب فوج درياهه ٽپڻ ۾ ڪامياب وئي ته ڪي ٽڪا سوار، سڄي رات گهوڙا ڊوڙائي باڪ ڦٽڻ مهل ڏاهر جي خيمي ۾ اچي ڪمس خبر ٻڌائڻ لڳا. راجا ڏاهر ان وقت ننڊ ۾ هيو، هو ننڊ مان سجاڳ ٿي، عربن جي درياهه ٽپڻ جو ٻڌي ۽ سنڌين جي صحيح مزاحمت نه ڪرڻ جي خبر ٻڌي هڪ چٽي ڪي اهترو ته زور سان چماٽ هڻي جو اهو اتي جو اتي مري ويو. ***

٤- آخري ويڙهه ۾ راجا ڏاهر کي هڪ لوهه جو دمدار چڪرو هيو، جيڪو جنهن به سوار تي اڇلائين ٿي، ان جي سِري کپي پاڻ ڏانهن ڇڪي ٿي ورتائين.

اهڙي بهادر ۽ بيباڪ سورمي سان مٿن، ماڻهن ۽ عوام جو اڻمٽ پيار هئڻ ڪا عجب جهڙي ڳالهه

---

* تحفة الڪرام - از علي شير قانع ص: ٢٤
** " " ص: ٣٨
*** " " ص: ٤٠-٤١

ناهي. تاريخون شاهد آهن ته راجا ڏاهر سان ذاتي طور سنڌي قوم ڏاڍي محبت ڪندي هئي ۽ سندس شجاعت تي ايمان رکندي هئي، جنهن جا ڪيترا ڏي مثال آهن:

١- راجا ڏاهر جي شينهن سان مقابلي ڪرڻ جي خبر پڌي، سندس زال جنهن کي شهزادو جئي شينهن ١٠ مهينن جو پيٽ هيو، بي اختيار دانهن ڪري زمين تي ڪري پئي ۽ مري وئي. راجا سندس پيٽ تلوار سان چيري جئي-شينهن کي ٻاهر ڪڍيو.

٢- عربن، راجا ڏاهر جو سر قلعي جي دروازي تي موڪليو پر قلعي وارن ڪين ڪوڙو ٺهرايو. ڏاهر جي زال راڻي لاڏي قلعي جي پٽ تان سندس سر ڏسڻ شرط دانهن ڪري بي اختيار پنهنجو پاڻ کي هيٺ اڇلائي آپ گهات ڪيو.

٣- علي پٽ محمد پٽ عبدالرحمان ميطيءَ جي صلاح سان ڀاٽيا، لوهاڻ، سهتا، چنڊ، ماڇي، ڪوريجا عربن وٽ آيا پر سڀني جا پير ۽ مٿا اگهاڙا هئا جيڪي راجا ڏاهر جو سوڳ ملهائي رهيا هئا

٤- محمد پٽ قاسم هڪ ڏينهن ويٺو هيو ته اٽڪل هڪ هزار برهمڻ سندس ڪئمپ ۾ آيا جن سڀني جون ڏاڙهيون، مڇون ۽ مٿو ڪوڙيل هيو، پڇڻ تي ڪيس ٻڌايائون ته هنن راجا ڏاهر جي ڏک ۾ اڻين

ڪيو آهي.

۵- فوفي ناڻي راجا ڏاهر جو پٽ، اروڙ ۾ مستقيم ٿيو ويٺو هو. هو ڏاهر جي ڪسجي وڃڻ کي صرف من گهڙت ڪهاڻي ۽ افسانو سڏي چوندو ٿي رهيو: ”راجا نه ٿو مري سگهي. هو لشڪر مان ڪم ٿي هندستان ڏانهن ويو آهي ۽ جلد ئي لشڪر وٺي اچي انتقام وٺندو.“ انهي ۽ راه تي ڪيس اهڙو ته يقين هيو جو جيڪو به سندس آڏو راجا ڏاهر جي مارجي وڃڻ جو بيان ڏيندو هو، تنهن کي قتل ڪرائي ڇڏيندو هو.

سنڌ جي اهڙي سچائي پٽ جي شهادت کان جلد ئي پوءِ منصور پٽ حاتم سنڌ جو سير ڪيو ۽ چيو ته راجا ڏاهر ۽ سندس قاتل جون تصويرون پڙوچ * جي شهر ۾ موجود آهن.

---

* پوڏ گرنٿ ”دويا وندانم“ ۾ مهاتما گوتم پڌ جي وقت ۾ جڏهن راجگرهه (مگڌ) تي سمرات بمبار راڄ ڪري رهيو هو، انـوقت روروڪ (روهڙي) ۾ راجا رود راين راڄ ڪندو هو. روهڙي تمام آسودو ۽ انوقت سندر شهر هيو. راجگره جو هڪ واپاري، واپار سانگي روهڙي ۾ آيو. (سنسڪرت ساهتيا ۾ سنڌ جي روروڪ شهر جو اڪثر ورڻن اچي ٿو. پوڏڪال ڏانئين اهو

## عربن جي هتان سنڌ جي شڪست جا سبب

١- مصرين جو بادشاهه سائرس پنهن جي فوج وٺي، وچ ايشيا وارن سڀني ملڪن کان ٿيندو، ڪهن ڦريندو لٽيندو، سنڌ تائين اچي نڪتو. هن سنڌ کي پائمال ڪرڻ بعد هندستان تي به حملو ڪيو. سائرس نه صرف هتي فتح حاصل ڪئي پر هتان جي رهاڪن کي پنهن جي تهذيب ۾ به رڱي ڇڏيو. هن ماڻهن تي ايتريقدر نفسياتي اثر وجهي، کين مفلوج بنائي ڇڏيو جو مقامي ابوجهه ماڻهو کيس ديوتا سمجهڻ لڳا.

---

پرسڌ هيو ۽ اها حيرت جي ڳالهه آهي ته سوويت يونين جي چاتل اتهاس ۾ ان جي پهرين ونش جو نالو رورڪ (RURK) يعني روهڙي آهي.) ان ڀهاني سان پنهي راجائن جي وچ ۾ ڏي وٺ تي ۽ مترتا جو رستو ٿيو. بعد ۾ راجا رود رايڻ کان پوءِ سندس پٽ شکنڊي گادي تي ويٺو. ان جي وقت ۾ ٻي سندس به وزير هرو ۽ پيرو ڳورابن ۾ سوار ٿي ويا ۽ وڃي ٻيا شهر آباد ڪيائون. هرو جي نالي سان هروڪ ۽ پيرو جي نالي سان پيروط شهر آباد ٿيا. پيروط کي پيرو ڪچ ۾ چيو ويندو هو ۽ هن وقت اهو گجرات ۾ پڙ وچ جي نالي سان پرسڌ آهي.

هو تي سال هتي رهي مصر ماهو ويو پر سنڌ ۽ هند کي پنهن جي مذهب ۾ ايترو ته ڳنڍي ويو جو مصر ين جا ديوتا آئسس ۽ اسائرس، هندن ۾ ايسو ۽ ايشور جي نالن سان مشهور ٿيا. اهڙيءَ طرح سنڌين کي ذهني طور مغلوب ڪري ڇڏيائون ته جيئن مذهبي جنون هيٺ مٿن پر ڏيهي تسلط کي قائم رکي سگهجي. عربن پڻ پنهن جا ۽ قبيلن جا نالا اهڙا رکيا هئا جيئن مفتوح قومون مرغوب ٿي وڃن ۽ سندن ذهني غلاميءَ هيٺ ايترو ته اچي وڃن، جو ڪڏهن به قومي خود داري حاصل ڪري نه سگهن. انهيءَ ڪري هنن، ماڻهن جو نالو حنظله (ٿوهر) ۽ قبيلن جو بنو اسد (شينهن جا ٻچا) رکيو.

٢- ڌارين عربن جو هڪ مذهب، هڪ ٻولي ۽ هڪ رواج هيو پر سنڌين جا مختلف عقيدا ۽ مختلف مذهب هوندا هئا. سنڌي ماڻهو ايتريقدر ته هڪٻئي کان مختلف هئا، جو ابن الندیم نالي بغداد جي مشهور دانشور ۽ ڪتب فروش، مختلف ڪتابن جي مطالعي سان سنڌين جي ٻولي ڏوڙي صورتخطي بابت ٩٨٧ع ۾ تفصيلي معلومات ڪٺي ڪئي. هو پنهن جي مشهور محققانا تصنيف "ڪتاب الفهرست" ۾ لکي ٿو: "سنڌ وارن کي مختلف ٻوليون (لغات) ۽ مختلف مذهب آهن. ڪين ڪيترن ئي قسمن جا رسمل

خط آهن. ڪين الڪل هڪ سؤ رسمل خط آهن - هو و ٽائين انگ جدا جدا ڪري لکندا آهن."*

ابن النديم جي تحقيق جي تصديق البيروني پڻ ڪئي آهي ته: "مالوا ۾ ناگري الف - ب هلي ٿي. ان بعد ارد ناگري (اڌ اکري) ياتيه ۽ سنڌ جي ڪن ڀاڱن ۾ رائج آهي. ڏکڻ سنڌ ۾ سامونڊي ڪناري لڳ ملقشو علائقي ۾ ملقاري الف - ب هلي ٿي ۽ بهمنوا يعني منصوره ۾ سيندب هلي ٿي."**

مطلب ته سنڌ وارا ذهني، سماجي ۽ سياسي طور مڙي مچو ٿي، هڪ ٿي نه سگهيا هئا جنهن ڪري سندن گڏيل سوچون ۽ گڏيل لائحه عمل نه هئا.

٣- ڏيهي ماڻهن مان سردارن ۽ پنڊتن جو عربن سان ملي وڃڻ جهڙوڪ: جڏهن عرب لشڪر سيوهڻ ويجهو آيو ته سمينهه پنڊتن جو هڪ وفد عرب لشڪر سان ملي ويو. بڌيا جي مشهور قلعي جو حاڪم ڪاڪا عربن سان ملي 'اميرل هند' جو لقب ماڻيو. ديبل جو پنڊت سمورو وقت عرب لشڪر سان هم رڪاب رهيو ۽ هر موقعي تي عربن کي مفيد مشورا ڏيئي 'مولانا اسلامي' جو لقب ورتو. بابيا جي مشهور قلعي جي راجا ڪڪسو جو محمد بن قاسم

---

* مصري ڇاپو ص: ٢٧

** ڪتاب في تحقيق ما للهند عربي متن ص: ٨٢

آڏو جهڪيو. موڪو پڻ وسايو ۽ راسل جي غداري ڪان سواءِ سيوهڻ جي فتح ٿيري، چنا قوم جي هڪ سپهه سالار عرب سپهه سالار کي راضي ڪرڻ لاءِ سنگ ڏني، مذهب بدلائي دهل ۽ شرنائن سان سندس استقبال ڪيو.

٤- سڪندر اعظم جي حملن، جنهن اوپرندي سر زمين جي حالات کان گهڻو واقف ڪري ڇڏيو هو.

٥- ٻڌ ڌرم * جي قـــلهڙي نمتي ۽ اهنسا جي ڪري، جنتا جو جنگ ۾ ڪو خاص چاهه نه رهيو هو- يجرويد جو اپويد ڌنرويا (Military Science) آهي. قديم سنڌو ساڻر جا رهاڪو جنگي ياوَ وارا

---

* سنڌ ۾ ٻڌ ڌرم جو اثرائتو پرچار حضرت ٻڌ کان ٣٠٠ ورهيه پوءِ، ٻي صدي عيسوي ۾ ڪوشان گهراڻي جي دور ۾ شروع ٿيو. عيسوي سن ٥٠ ڌاري ڪوشان شاهه ڪنشڪ جي ڏينهن ۾، اشوڪ جي خالص ٻڌ متي "هنايئن" تي "مهايئن پنٿ" غالب پيو، جنهن موجب ظاهري ڪريا ڪرم ۽ پوڄا پاٺ- زور ورتو. سنڌ ۾ ٻڌ ڪا ڙڪر، مير رڪن جو ٿل، ڏيپر گهانگهري جو ٿل، ڪاهوءَ جو دڙو، موهن جو دڙو، ٻڌ ڪا مندر، مهايئن پنٿ جا پڪا ثبوت آهن. (سنڌي ٻولي ۽ ادب جي تاريخ ليکڪ: ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ص: ١٧).

هئا، تن انهيءَ سائنس کي زور وٺرايو. پر ٻوڏي زماني ۾ اهو ڀاوَ اسان جي ماڻهن مان نڪري ويو، جنهن جو نتيجو اڄ به اکين آڏو آهي. نيرون ڪوٽ کان پڻ ڌرم جا ٻوٽليڪ، جي مستقل مفاد هئا ۽ جن کي مڪاني حڪومت سان ڪي ذاتي شڪايتون هيون. انڪري ديول بندر جي مکيا مندر جو نامهارو پنڊت ۽ جوتشي ڏارين آڏو پوش پئي، کيس ٻڌايو ته: 'هن مندر جي چوٽيءَ ۾ هڪ طلسم آهي جيستائين اها نه ٽٽندي، تيستائين شهر جو فتح ٿيڻ اڻ ٿيڻي آهي جو ته عام طرح هندن جو عقيدو آهي ته مندر جي چوٽي ڪنهن کان به ڏهڻ جي نه آهي.'

محمد بن قاسم جعوبا منجنيق-ي کي سنگباريءَ جو حڪم ڏنو، مندر جي چوٽي ڏاهي سنڌ واسين تي نفسياتي اثر وڌو. تاريخ جي صفحن ۾ اهڙيون ڪئي غداريون ٿيون آهن جهڙوڪ: هڪ بلند ٽڪريءَ تي قرطاجيا وارن جي هڪ ديوتا جو 'الڪوبوس' نالي مندر هو. هن مندر کي چؤ طرف وڏيون ۽ مضبوط ديوارون هيون. جنهن ۾ اٽڪل ٩٠٠ قوم پرست سپاهي هيسترو بال جي ماتحت هئا. جڏهن رومي کين مغلوب ڪرڻ ۾ ناڪام ويا ته رسد بند ٿيڻ ڪري اڄ ۽ بک جي تڪليف وڌڻ ڪري هي بي غيرت آفيسر قوم سان غداري ڪري،

لک چوري رومين سان ملي ويو !!

٦- ٻڌ ڌرم جي روڪ ۽ برهمڻ ازم جو ڦهلاءُ. منوءَ * جي شريعت اصل ۾ طبقاتي نظام قائم ڪيو هيو جنهن ۾ برهمڻ طبقي کي اوچي درجي جو طبقو مقرر ڪيو ويو هيو. ايڏن وڏن عطين خاص طرح جاگيرن جي عطين جا دستاويز اڄان موجود آهن جيڪي ٻي صدي عيسوي کان وٺي اڄ تائين ڏنا ويا آهن. برهمڻ جي سڄي ملڪيت کان هر قسم جي ٽيڪس معاف هئي، چاهي حڪومت جا سڀ مالياتي ذريعا ختم ٿي وڃن. هندو مذهب ۾ اها وضاحت موجود آهي ته برهمڻن کي سڄي دنيا تي وڏي پد جو حق حاصل آهي ۽ ڪائنات ۾ جيڪي به شيون موجود آهن اهي سڀ برهمڻن جون ملڪيتون آهن اڄ به جنهن حقارت ۽ سختيءَ جو سلوڪ اڇوتن ۽ شودرن سان ڪيو وڃي ٿو سو انهيءَ جو ڦل آهي!

مطلب ته هر قسم جي تمام وڏي هئي، برهمڻن کي باقاعده طبقاتي سماج پيدا ڪرڻ جو موقعو ڏنو

---

* منو جو اکر هندن وٽ انهن ٻـادشاهن لاءِ چيو وڃي ٿو جن کي خدا جو درجو حاصل هو ۽ سندن پوڄا ڪئي ويندي هئي. سندن خيال موجب انهن ٻادشاهن جي سڄي دنيا تـي حڪمراني هئي.

جنهن ۾ ۴ طبقا پيدا ٿيا. اهي طبقا پارسين جي اٿرون، رٿسشٽ ۽ واشٽر يا ڦيشوشن وانگيان هئا. جيئن اڄ به برهمڻ کانسواءِ ٻين کي ڪريا ڪرم ڪرائڻ جو حق حاصل ناهي، تيئن پارسين ۾ به مُوبيدن (پروهتن) کانسواءِ ٻئي ڪنهن کي به اهو حق ڪونه ڪونهي! برهمڻ سماج هيٺين طبقن کي وجود ڏنو:

برهمڻ :- هنن کي وڏيرپ جو ڪلي اختيار هيو. ايتريقدر جو هندن جي پاڪ ڪتابن ۾ بلڪل چٽيءَ طرح سان ٻڌايو ويو آهي ته، ”جيڪڏهن ڪنهن عورت جا ڏهه مڙس اڳ ۾ آهن جيڪي برهمڻ ناهن ۽ برهمڻ ان عورت جو هٿ جهلي، ته سندس اهو ئي اڪيلو مڙس آهي. عورت جو اصل ۾ هڪ ئي برهمڻ مڙس آهي، نه ڪشتري ۽ نه ويش“* اهڙيءَ طرح برهمڻ جي ظلم کي هر طرح جي قانوني مذهبي ۽ اخلاقي حيثيت ڏني وئي آهي. جاڪاڻ ته آريائن جي چئن ورڻن مان برهمڻ جي لاءِ اهو تصور پيدا ڪيو ويو آهي ته هو برهما جي سر مان جميا آهن جنهن جي ڪري سياسي ۽ مذهبي اقتدار جا مالڪ آهن. پراچين هند ۾ وڏا وڏا مها راجائن جا پرڌان منتري به برهمڻ هئا. خود اشوڪ ۽ چندر

---

* اٿرو ويد ڪانڊ ۵ سوڪت ۱۷ منتر ۸-۹
رگ ويد منڊل ۹ سوڪت ۱۰ ۽ منتر ۶-۷

ڪپت به پرڏان منترن جي اثر هيٺ هئا. برهمڻن کي ڪنهن به ڏوهه ۾ موت جي سزا نه پئي ڏني سگهجي پر ان جي بجاءِ ڪتري، وئش ۽ شودر، برهمڻن جي نظر ڪرم جا محتاج هئا.

ڪتري :- برهمڻ عزم جو هيءُ طبقو صرف جنگ جي ميدان ۾ فن سپهه گري جا جوهر ڏيکاريندو هيو -

وئش :- هيءُ واپاري طبقو هوو.

شودر :- بلڪل هيٺيون مظلوم طبقو، جيڪو نه گهوڙن تي سواري ڪري سگهندو هيو ۽ نه ئي وري مٿو ڍڪي سگهندو هو. نه تعليم حاصل ڪري سگهندو هيو ۽ نه ئي نوڪري وٺي سگهندو هو.

ايتري قدر جو آڪاتمن آرين هيءُ حڪم ڪيو هيو ته شودرن کي ويدن پڙهڻ جو به اڌڪار (حق) ناهي* برهمڻ جي گهر جي اگڻ ۾ چلهه ٻوت ڪتو ته ويهي سگهي پيو پر شودرن جو پاڇو پوڻ ئي غليظ حرڪت ليکبي هئي - شودرن سان جيڪا هلت هلي ويندي هئي ان جي جهلڪ، اڄ به ڏکڻ آفريڪا اندر ڪاري رنگ جي انسانن سان ڏسي سگهجي ٿي.

٧- سنڌين ڪـــي سنڌين ســـان ويڙهائڻ جي سازش - محمد پاڻ سان ٢٠ هزار فوج آندي هئي.

---

** قديم سنڌ ڀيرومل ص: ٣٩٥

جنهن مان چار هزار سپاهه ديبل وٽ رهايائين ۽ اهڙيءَ طرح نيرون ڪوٽ، سيوستان ۾ سيم ۾ به عرب سپاهه رهايائين- ڪجهه عرب سپاهي ميداني جنگين ۾ مارجي به ويا پر جڏهن اروڙ پهتو ته سندس سپاهين جو تعداد ٥٠ هزار هيو. يعني سندس سڄي فوج مقامي سنڌين تي ٻڌل هئي، جن هڪ ٻئي جي چالن کي خوب ڄاتو پئي.

ساڳيءَ طرح انگريزن جا ڊيو پلي ۽ ڪلائيو جڏهن هندستان آيا هئا تڏهن پارت مان ئي مقامي نوجوانن کي جمع ڪري پنهن جي فوج ٺاهي هئائون. هنن پارت واسين جا ابترا تـه زهن صاف ڪري ڇڏيا هئا، جو هو گورن کان به وڌيڪ وڙهندا هئا.

٨- سنڌين جي هاٿين جي سونڊين تي 'روغن نفت' جي پچڪارين جو استعمال ڪيو ويو، جنهن جي تيزاب جي ڪري سنڌين جي هاٿين کي باهه ٿي لڳي ان کان سواءِ مقامي سنڌين جي عرب منجهنقن کان اڻ واقفي به شڪست جو هڪ خاص سبب هئي- مهيب منجنيق کي ته ٥٠٠ ماڻهو هلائيندا هئا، جنهن جي بربادي جو اندازو خود لڳائي سگهجي ٿو.

سنڌ واسين جي شڪست ۽ سنڌ جي تاريخ جي

عظيم سورهيه مهاراجا ڏاهر جي شهادت کان پوءِ
به سنڌ جو اڪيلو روح روان شهزادو ڄئسينهن
عربن کي راتا ها هڻندو، در بدر ڪندو ٿي رهيو
پر غدار اول موڪو، حزيم پٽ عمرو المدني،
نباتهه پٽ حنظلهه ڪلابي، عطيهه تغليبي، صارح
پٽ ابي صارح همداني ۽ عبدل ملڪ مدني ڪي
لشڪر سوڌو ساڻ ڪري سنڌ جي آزادي جي
اڪيلي آس کي سنڌس رهڻ واري جاءِ تان حملو
ڪري مورچو ڇڏايو.

برهمڻ آباد جي قلعي جي فتح ۽ سنڌ جي اٽڪل
ڏيهه هزار سورن کي قيد، غلام ۽ قتل ڪرڻ
جي موقعي تي محمد پٽ قاسم کي موڪي
سمجهائيندي صلاح ڏني ته: "اي امير! هي قلعو
سنڌ هند جي سڀني قلعن جو سردار ۽ تخت گاهه آهي.
جو به هي قلعو هٿ ڪندو، سنڌ ان جي هٿ ۾
رهندي ۽ مضبوط قلعا سندس اقتدار ۽ اختيار هٿ
رهندا. ويجهڙائي وارا ماڻهو ڏاهر جي اولاد کان
دل برداشتا ٿي ڪي پڃي ويندا ۽ ڪي فرمانبرداري
جو طوق پنهن جي ڳچين ۾ وجهندا." محمد پٽ
قاسم، موڪي ۽ وزير سياڪر جي مدد سان سنڌ
جي ڪاروبار، ماڻهن جي مزاج، رابطي ۽ جاگرافي
سهرايت وغيره کان علاوه هر معلومات حاصل ڪري

سچي سنڌ کي غلام بنائي حڪومت ڪرڻ لڳو ۽ مقامي غدار ماڻهن، سنڌ ۾ هر طرح جي مدد ڪئي.

## عرب دور جون خرابيون :-

١- راءِ گهراڻي ۽ برهمڻ گهراڻي جي ڪشمڪش تڪڙن انقلابن سنڌ واسين جي عظمت ۽ قوت کي لوڏائي وڌو هو. انهيءَ ڪمزور ٿيل قوت کي مها راجا ڏاهر اچا گڏي هڪ جڳهه تي مس آندو هو ته عربي سيلابن اچي منهن ڪڍيو. اها عربن جي فتح صرف هڪ غنيم حاڪم جي فتح ڪا نه هئي پر هڪ نئين تهذيب ۽ تمدن جي فتح هئي جنهن سنڌ جي تهذيب کي ريڙهڻ شروع ڪيو.

عرب سامراج سنڌ جي ماڻهن تي نفسياتي اثــر وجهڻ شروع ڪيا. ايتري قدر جو محمد بن قاسم برهمڻن جي لاءِ حڪم ڪيو هيو ته هين هندن کان امتياز خاطر پتل جا ننڍا ننڍا ٿانوءَ، گداگريءَ لاءِ ٺهرايائين ۽ هر صبح جو اهي هٿن ۾ کڻي، گدائي ڪندي هر هڪ جي دروازي وٽان لنگهن. انهيءَ ڪري اها رسم اڃان به هلندي پئي اچي ته برهمڻ پيالو هٿن ۾ کڻي اڄ به دان وٺڻ لاءِ سيٺي درن تي ڦرندا آهن ۽ فائدو وٺندا آهن. *

٢- سنڌ ڌرتيءَ تي عرب سامراج جي غلبي هيٺ

---

* تحفتہ الکرام علي شير قانع ص: ٤٩

هزارها سنڌي مرد ۽ زالون غلام ڪري، عرب ملڪن ۾ موڪليا ويا. چچ نامو ص: ۲۴۳-۲۴۵ ۾ لکيل آهي. "جڏهن اروڙ جو قلعو فتح ٿيو، جنهن شيئن سان گڏ جيڪو ڪجهه ويو، تنهن کانسواءِ ٻيا خزانا، مال ۽ هٿيار هٿ آيا. محمد بن قاسم جي اڳيان اهي سمورا شيون حاضر ڪيون ويون. جڏهن ٻانها شمار ڪيائون ته ٽيهه هزار ٻانها هٿ آيا هئا. جن مان ٽيهه راجائن جون ڌيئر به هيون، هنن ۾ راجا ڏاهر جي ڀاڻيجي حسنا به شامل هئي، جي سڀ حجاج بن يوسف ڏانهن موڪليائين."

بقول ڊاڪٽر مبشر حسين جي: "محمد بن قاسم نه صرف ٺٽي ۽ ملتان جي محلات ۽ شهرن مان حاصل ڪيل گهڻو سامان، مال غنيمت طور عراق جي وائسراءِ ڏي موڪليو پر ان سان گڏ گهڻيون ئي نوجوان ڇوڪريون به موڪليائين."

۳- سنڌ جي محافظ راجا ڏاهر جي ڌيئن سان زنا ڪئي وئي. جنهن جي ڪري وقت جي حاڪم ٻاران سزا طور گڏهه جي کل ۾ بند ڪرائي محمد بن قاسم کي ماريو ويو.

۴- سنڌ جي اربها روپيا دولت ۽ خزانو لٽي، ڦري عرب موڪليو ويو. عرب لشڪر جڏهن پنهنجي ڏاڍ نالي

---

** شاهراهه انقلاب ص: ۲۷۲

هڪ قلعي تي ڪاهيو ۽ ڪاڪا نالي سنڌي امير
فوج سميت اچي سنڌن پيش پيو، جنهن تي محمد
کيس خلعت پارائي، عرب لشڪر جي هڪ حصي
تي امير مقرر ڪري سنڌ جي فتح ۾ پنهن جو مشير
بڻايو. ملتان جي فتح بعد هڪ برهمڻ محمد پٽ
قاسم کي هڪ قديم زماني جي راجا جي نالي هڪ
حوض ۾ پوريل لڪل خزاني جو ڏس ڏنو. هن
خزاني جي کوٽائي بعد چاليهه ديڳيون سون جون
مليون، جنهن جو وزن ١٣ هزار ٣ سؤ مڻ هيو.
اهو سڄو خزانو ديبل بندر ڏانهن روانو ڪيو ويو
جتان جهازن ۾ بصره ڪٽي ويا. بني اميه سلطنت
کي سنڌ مان ٥٤ ڪروڙ روپيا ڦرلٽ جو حصو
مليو. ان زماني جي دستورن موجب سپاهين کي
جيڪو مال هٿ آيو اهو جدا آهي. مير معصوم
جي بقول: "محمد پٽ قاسم شوال مهيني جي ابتدا
۾ خزانن، مال، شين ۽ قيدين جي لکپڙهه ڪري،
اهي ٻن سون سوارن جي نظرداريءَ ۾، قيس جي
هٿان، دڪوچ مڪران جي رستي دارالسلام ڏانهن
موڪليا." *

٦- هر سال سنڌ مان ڍلن ۽ جزيي (Tax) جي
ذريعي لکها روپيا وڃڻ لڳا.

* تاريخ معصومي ص: ٢٧

٧- اروڙ ۾ جڏهن سنڌي ،اهرن ۽ مدبرن جي قتل عام ڪي شروع ڪيو ويو ته راڻي لاڏيءَ کيس چيو: "هن ملڪ جا ماڻهو رازا آهن ۽ ڪي واپاري آهن- هي شهر سندن ڪري ئي آباد ۽ سر سبز آهي. سندن ڪمائي ۽ ڪيتن ڪري خزاني ۾ مال موجود ٿو رهي- جيڪڏهن کين قتل ڪيو ويو ته تنهن جو مال هليو ويندو."

هن تڪري مان، ان وقت اروڙ جي زوال جي هڪ جهلڪ نظر اچي ٿي.

٨- راجا ڏاهر جي دور ۾ مذهبي آزاديءَ لاءِ ملڪ جا در کايل هئا، هندن جا مندر، ٻڌن جا استوپـا ۽ آشرم، مسلمانن جون مسجدون، پارسين جا آتش ڪده ۽ جين ڌرم وارن جا مرڪز عام جام هئا. رواداريءَ جو اهو عالم هيو جو راجا جو سڳو ڀاءُ ٻڌ ڌرم اختيار ڪري بڪشو ٿي ويو پر هن صـرف اعتراض ته نه ورتو پر هتان سندس هر طرح جـي مدد ڪندو رهيو توڙي جو پاڻ هندو ڌرم جـو برهمڻ هو جيڪي مسلمان مان جهان ڪٽر ٿيندا آهن! راجا جي دور ۾ ٻه گورنر ٻڌ ڌرم جا هئا ۽ هڪ مسلمان عرب محمد پٽ علافي جو نالو سندس سڪي جـي

* تاريخ معصومي ص: ٤٢

۾ي پاسي ني اڪريل هوندو هيو! پر عربن سنڌ جي اهڙي رواداري واري ماحول کي ريتي پنهنجو سياسي، ثقافتي ۽ اقتصادي غلبو قائم ڪيو. مير معصوم بکريءَ جي لکڻي موجب

"فتح ڪان پوءِ قلعي ۾ گهڙڻ سان بت خاني جي صحن ۾ منبر رکي، خطبو ۽ جمعي جي نماز پڙهيائون."* هن تڪري مان عربن جي ان دعوا جي پٽ وائکي ٿي وڃي ٿي، جنهن جي دعوا موجب عرب ٻين جي مذهب ۽ عبادت گاهن سان ڪڏهن ڪڏهن نہ ڪندا هئا!

٩- عربن، سنڌ جي صلح پسند ۽ عدم تشدد جي حامي رهاڪن کي زير ڪري ايترو تہ پست همت بنائي ڇڏيو جو سنڌ جي ڪيترن ئي ماڻهن ۾ احساس ڪمتري پيدا ٿي پئي. سنڌ واسين احساس ڪمتريءَ وچان، عربن جي رضامنديءَ خاطر، اصل نسل بدلائي، عرب نسل سان رشتو جوڙڻ لڳا: مثال طور ڪلهوڙا، عباسي سڏائڻ لڳا ۽ چنا، راشدي چورائڻ لڳا. هنن سنڌي نالا، جيڪي وٽن ۽ ٽڻن جا هوندا هئا، عربي صفاتي نالا رکڻ شروع ڪيا جهڙوڪ: ڏاڙهون، ڪرڙ، انب ۽ گلاب مان بدلائي ڪريم بخش، محمد خان ۽ دوست محمد

---

* تاريخ معصومي ص: ٦٢

رکڻ شروع ڪيا. تاريخ جي مطالعي مان اهڙا
ڪيئي واقعا ملن ٿا جو ظالم قومن ۽ قبيلن جي ظلم
کان ڊڄي ڪري، مظلوم قومن ۽ قبيلن پنهنجا
اصل نالا ۽ ذاتيون، ڌنڌا ۽ ڪاروبار بدلائي
ڇڏيون آهن. مثال طور:- پانڊون جي پوئين راجا
ڪوبا هورت جي مارجي وڃڻ کانپوءِ برهمڻن سڄي
ملڪ جو مالڪ بڻجي، تخت تي ويٺو. هن ڪي
پانڊون جي نسل مان جيڪو به شخص هٿ تي آيو
ان کي قتل ڪرائي ڇڏيائين. تان جو باقي
ڪي تمام ٿورڙا بچيا وڃي بچيا، جن به موت جي
خوف کان ڊڄي ڪري، پنهن جي ذاتين کي
لڪائي ڇڏيو ۽ پنهنجا اصلوڪا ڌنڌا به بدلائي
ڪاسائي ۽ نانوائي قسم جا ڌنڌا اختيار ڪيا.

سنڌ ۾ دراوڙن کي نيچ ڪرڻ کانپوءِ سندن
شهرن ۽ قلعن کي آرين باهيون ڏئي ڇڏيون
هيون. موهن جي دڙي جي اندران جيڪي به هيٺئر
جايون لڌيون ويون آهن تن ۾ ڪيترن ئي ڪمرن
هنڌ تي باهه لڳڻ جا آثار به ڏسڻ ۾ اچن ٿا. سنڌ
۾ ماهو معنيٰ خون يا ڪوس ڪرڻ کي چئبو آهي.
انڪري موهن جي دڙي جي معنيٰ خون ٿيلن جو
دڙو (Mound of the killed) چئي سگهجي ٿو.
شاهه لطيف به چيو آهي. "سوگهي ماڻ مهن - سوئي راحت
روح جي!" آرين ان کانسواءِ دراوڙن جي فوجين کي
به ناس ڪيو هيو ۽ ڪيترن کي ته پنهن جو داس يا

غلام ۽ دٻايل هئا، جن مان ڪي بعد ۾ خوف ۽ احساس ڪمتري جي پيدا ٿيڻ جي ڪري شودرن ۾ ليکجڻ ۾ آيا.

ڪنهن به قوم يا ملڪ کي دائمي طور تي سياسي ۽ اقتصادي ڦرلٽ هيٺ آڻڻ جي لاءِ ذهني تسلط جو حربو استعمال ڪيو ويندو آهي ته جيئن مفتوح قومون ڪڏهن به قومي خود داري حاصل ڪري بيٺڪيت مان جان ڇڏائي نه سگهن!

١٠- عربن جي ڪاهه تائين پنجاب، سيستان (نيمروز) سراوان (آرچوسيا) جهالاوان (ڪوهيار) مڪران (گيڊروشيا) دشت نديءَ تائين، ايرندي ۾ اراولي جبل تائين سمورا علائقا سنڌ سان لاڳو هوندا هئا ۽ سنڌ ديس جون ملڪي حدون ايرندي ۾ جمنا ندي تائين، اولهندي ۾ قنڌار ۽ هلمند نديءَ تائين، اتر ۾ ڪشمير کان ۽ ڏکڻ ۾ سنڌي سمنڊ (عربي سمنڊ) ۽ ڪنڀات جي نار تائين هونديون هيون. مگر عربن جي فتح ڪانپوءِ سنڌ جا اهي سمورا مقدس ڀاڱا آهستي آهستي ڪري علحده ٿيندا ويا. ايتريقدر جو هبارين جي دور ۾ عرب حاڪمن جي نااهلين ڪري ملتان وارو پرڳڻو پڻ سنڌ کان جدا ٿي ويو. اهڙيءَ طرح عربن جي دور ۾ نه صرف سنڌ ڌرتيءَ کي مالي طور تي لٽيو ۽ ڦريو ويو. مگر جاگرافيءَ جي طور تي به ٽڪرا ٽڪرا ڪيو ويو ۽ هينئر ته فقط سنڌو نديءَ جو ڏاکڻيون حصو سنڌ سڏجي ٿو، جيڪو حقيقت ۾ سنڌ ديس جو تمام ننڍڙو ڀاڱو آهي.

# چنيسر

ايءُ نه مارن ريت ـ جيئن سهڻي مٿاڏن مون تي!
(شاهه)

ٻي صدي هجري، سنڌ ۾ عربن جو زوال ٿيڻ جي
آئي ۽ ٽين صديءَ ۾ ته عربن جي حڪومت رڳو
منصوره ۽ سنڌ جي آس پاس جي ڏڪرن تائين رهي.
سنڌ جا مختلف قبيلا، ڌارين جي ڪمزورين مان
فائدو وٺي سنڌ جي جدا جدا حصن تي ننڍيون ننڍيون
حڪمرانيون قائم ڪرڻ لڳا. سن ٩٨١ع ۾ سنڌ
تي بغداد جو اثر جهڪو ٿي ويو ۽ سلطان عبدالرشيد
پٽ محمود (١٠٤١ – ١٠٤٤ع) جي زماني ۾ ٺرڙي
جي آس پاس سومرن گڏجي، پنهن جي قبيلي جي
هڪ سومر نالي شخص کي سنڌ جي گاديءَ جو
وارث بنايو. اهڙيءَ طرح عربن کانپوءِ سنڌ ۾ پهرين
سنڌي حڪومت جو پايو وڌو ويو.

سومرن جو اهڙو جرئت منداڻو قدم سنڌ جي
خودمختيار حڪومت جي تاريخ ۾ سونهري باب
جي حيثيت رکي ٿو.

ڌاري عرب حڪومتن جي ظلمن ۽ ستمن، ڏاڍ
۽ ڏهڪاءَ کان پوءِ بعد سنڌواسين پهريون ڀيرو پنهن جي
تهذيب کي وڌايو. ڪنجهون ۽ ڪڙ تالون ڪنيون
هو جمالو ۽ همرچو ڳايو. سومي ۽ سنڌو ماتي!
سنڌي ماڻهو پنهنجي تهذيب ۽ تمدن کي دلين جي
اٿاهه گهراين ۾ سنڌيءَ جي ٽڪ جيان ڪنيون ڦرندا
رهيا. سنڌ جي هر گهر ۾ امن امان ۽ آزاديءَ جي

پرندڙ ٻاتن جو ته ڪرڻي ڇڏهه ئي ڪونه هو؛
سنڌي ماڻهون وقت کي پوئتي ڌڪي، ڪانئس اڳتي
۽ تمام گهڻو اڳتي نڪري حال ۾ اچڻ ته ڳڻن ٿي
ويا جو چڻ اڳيان زمانا ته ڏٺا ئي ڪو نه هئائون!
سندن تخليقي سوچون، شوخ حسينائن جي اڏامندڙ
وارن جيان اڏامنديون رهيون.

حقيقت ۾ اوائلي سومرا اڳواڻ ۴ صدي هجري ۾ سنڌ جي ٻن مکيه رياستن منصوره ۽ ملتان جي عرب اميرن جا جاءِ نشين ٿيا. سومرن جي ياگ فقيرن جي روايتن موجب سومرن جو پهريون قبائلي سردار سنه ۲۲۱ھ ۾ ٿيو. انڪانپوءِ ۴ صدي ھ ۾ امير ساهو، مشهور سردار ساماڻو، جنهنجي پٽ امير سومار جي نالي پٺيان پيا سومرا حڪمران مشهور ٿيا. هيٺين سنڌ ۾ سومرن جي طاقت جي بنياد جو سال ۴۴۸ ڌاريل آهي. جڏهن سومرا ٿرڙي* ۾ گڏ ٿيا ۽ پنهنجي حڪومت کي قائم ڪيائون.

ڏکڻ سنڌ، سومرن جي حڪومت ۾ گهڻو ڏٺو آزاد ٿي رهندي آئي. اتر سنڌ جي بکر ۽ سيوستان وارن حصن تي غزنوين، غورين ۽ خلجين وغيره جي حڪومت جو قبضو رهندو آيو. اهي ڌاريا فاتح ٺٽي ۽ وچ پرڳڻي کي به فتح ڪرڻ لاءِ ڪيترا

* موجوده تعلقي ٻالي ۾ ٿري نظامائي.

پيرا سنڌ تي ڪاهون ڪندا رهيا پر هر پيري سومرن جي تدبر سبب کين ناڪامي آڏو آئي. جڏهن هندستان جو بادشاهه محمود غزنوي ۴۱۶ هه ۾ سنڌ جي فتح جي خيال کان هتي پهتو ته مقامي قوم پرستن سائس جنگيون جوتي عبرتناڪ ۽ شرانگيز شڪست جي ذريعي کيس پوئتي موٽائي ڇڏيو. اهڙيءَ طرح سنڌ جي سورهين سنڌ جي سرحدن جي رت ۽ ست سان حفاظت ڪئي.

شيخ برهان دين، دنيا جي وڏي سياح ابن بطوطا کي سومرن جي خاصيتن کان آگاهه ڪندي ٻڌايو هيو ته: ”سنڌ ۾ ڏوڪي سامره (سومرا) قبيلو گڏيو جيڪو نه ڪنهن سان گڏ کائيندو آهي ۽ نه وري انهن ماڻهو ڪنهن ٻي قوم سان شادي ڪندا آهن.“ اهڙيءَ طرح سومرن پنهن جي اصل خالص سنڌي نسل کي بچائڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو: ڇاڪاڻ ته تاريخ جي تسلسل ۾ سندن سرزمين کي ڦريو ويـو هو، سندن تهذيب کي پنگلو بنايو هيو، ثقافت کي بي گاهه ۽ بي مدد گار ڇڏيو ويو هو، تمدن جون بيخون ڪڍيون هيون ۽ سندن نسل ۾ پليگ جي بيماري ڦهلائي ڇڏي هئي!

تاريخ شاهد آهي ته جڏهن به مظلوم قومن، ظالم قومن سان مٿيون ماڻهيون ختم ڪيون آهن، سائن

دوستانا تعلقات منقطع ڪيا آهن، ۽ سندن هر غلط عمل کي غلط تصور ڪيو آهي، ته ان ملڪ پنهن جي سرحدن کي سندن ٻيڙي نظرن کان بچائي ورتو آهي. جيئن ١٧٩٣ع ۾ جارج ٽين شهنشاهه انگلستان، پنهن جي قاصد لارڊ ميڪارٽني کي دوستانا تعلقات پيدا ڪرڻ جي لاءِ چين اماڻيو، ته چيني حاڪم چائن لنگ ورائيو، "اسان کي ڪنهن به ملڪ سان تعلق پيدا ڪرڻ جي ڪا به ضرورت ناهي. اسان جي ملڪ ۾ اسان جي ضرورت جي هر شيءِ موجود آهي. اسان پاڻ مڪتفي رهڻ گهرون ٿا ۽ پنهن جي انفراديت کي وڃائڻ نه ٿا گهرون!" - هن جو جواب ۽ چين ۾ ڪوڙو رواج ميڪارٽني کي ناڪام موٽڻ تي مجبور ڪيو ۽ برطانيا چين تي قبضو ڪري نه سگهيو!

سنڌ جي هن اصلوڪي سومري خاندان ١٠٥٠ع کان وٺي ٽي سؤ ورهيه حڪومت ڪئي. سندن گادي جو هنڌ اچوڪو قتل دڙو روپاهه * هوندو هيو.

سومرا هندو راجپوت هئا جنهن جي شاهدي

---

* بدين شهر کان ڏکڻ طرف ڪيڏڻ ڳوٺ جي پريان روپاهه جي قتل شهر جا ڪنڊر آهن.

ڪمتر ن ٿي معتبر تاريخن مان ملي ٿي * هي هندو پرمار راجپوت، اصل چندر ونسي هئا ڇاڪاڻ جو سومر ۽ سوم لفظ چندرما جا پرماڻ آهن. سومرا پرمارن جي ۳۵ شاکن مان هڪ شاک آهن. پرمار معنيٰ "پراوا ماريندڙ" آهي. سومرن کي اصل ۾ سوم . راڻه به سڏيندا هئا. سوم جي هندي معنيٰ چنڊ آهي - سومرن جي نالن ۾ به راڻه جو لفظ گهڻي وقت تائين هلندو آيو جهڙوڪ: سنگهراڻ، ڏونگراڻه، پونگر راڻه ۽ دودو راڻه وغيره.

---

* راجستان - ڪرنل ٽاڊ، سنڌ گزيٽيئر ص: ۱۷۹، انتخاب تاريخ طاهري ص: ۱۴ ۽ ۲۲، بمبئي پريزيڊنسي گزيٽيئر جلد ۷، سال ۱۸۸۰ع ص: ۹۹، سنڌي ٻولي جي تاريخ - ڀيرو مل ص: ۲۲۷، قديم سنڌ - مرزا قليچ بيگ ص: ۴۱، سنڌ جو گجراتي اتهاس - امير علي ڪريم بخش ص: ۲۲، ڪاٺياواڙ سرو سنگرهه ص: ۱۱۶، سنڌ ۽ ان جا ماڻهو - انبٽ ص: ۷۹، پوون راج ونساولي - وينا مونشي ديوي پرشاد ص: ۲۳، گجرات جي تاريخ راس مالا - عبدالغني عبدالله، ڪيمبرج هسٽري آف انڊيا جلد: ۳،
History of India Vol: 1 P: 484 - Sir Elloit, Indus Delta Country - Major JR: HEIG P: 73.

سنڌ جي سومري بادشاهہ خفيف هڪ پنهن جي سومري راڄ مان ڏاڏي پوٽي ۽ ٻي لوهرن جي ڪڙم مان شادي ڪئي هئي. ٻي ذات مان شادي ڪرڻ سبب متس ڪجهہ عوام ناراض پڻ ٿيو هيو جنهن کي وڏيءَ مشڪلات سان مات ڪرائڻو هئائين. خفيف سومري کي لوهارڻ مان وڏو پٽ چنيسر ۽ سومري زال * مان ننڍو پٽ دودو راهو ۽ وڏي ڌيءَ ٻاگهل ٻائي ڄائي هئي.

سنڌ جي هن راجا پنهن جيءَ ئي حياتيءَ ۾ پنهي پٽن جون شاديون ڪرايون هيون ۽ ڌيءَ ٻاگهل ٻائي کي ائين ئي وبهاري ڇڏيو هئائين. چاڪاڻ تہ سومرن ۾ اهو رواج پيل هيو تہ بادشاهہ پنهن جون ڌيئرون صرف پـاڻين کي ڏيندا هئا ۽ بدقسمتيءَ مان ڪيس ڪو بہ پاڻيو ڪونہ هيو.

خفيف سومري جي مماتي تي سنڌ جي عوام ۾ بہ ڌڙا پيدا ٿي پيا. هڪڙن جو چوڻ هيو تـہ حڪومت جو وارث دودو سومرو ئي چاهڪاڻ تـہ

---

* دودي جي ماءُ دلوراهہ جي ڌيءَ هئي، جنهن سنڌ جي تاريخي ڪردار مورڙئي مير بحر کي مانگر مڇ جي مارڻ لاهہ ڪل ٿهرائي ڏني هئي. هڪ روايت موجب وگهہ ڪوٽ بہ دلوراهہ ئي دودي راهہ کي ڏنو هيو.

هو ئي اصلي سومرو هئڻ ڪانسواءِ وڏيڪ هوشيار ۽
لائق آهي. ٻين جو چوڻ هيو ته چنيسر ئي ٻيءَ
جي وڏي پٽ هئڻ جي حيثيت ۾ حڪومت ڪرڻ
جو حقدار آهي. ٻنهي جي سوال تي هيءَ شديد
ڇڪتاڻ وڌي وئي ته ٻنهي ڌرين ٻارڻ وزير صلاح ڏني ته
سنڌ جي تخت گاهه تي ٻاگهل ٻائي کي ويهاريو وڃي.
هيءَ صلاح ٻنهي ڌرين قبول ڪئي پر ٻاگهل ٻائي
ڇوائي موڪليو ته هوءَ وڏن ڀائرن جي هوندي
ٻنهي ڀڄڻ کي سنو نه ٿي سمجهي. هن اهو به چوايو
ته ٻنهي چنيسر کي ئي ملڪ ڪري ڇاڪاڻ ته سنڌ جي
روايتن موجب ٻيءَ جو وڏو پٽ ئي تخت نشين
ٿيندو آهي. پوءِ ته سڄي سنڌي عوام، سنڌ س
حڪم کي اکين تي رکيو ۽ چنيسر کي راڄ ۾ گهرائي
ٻنهي ڀڄڻ لاءِ چيو. چنيسر ٻنهي ڀڄڻ کان اڳ ماءُ
سان صلاح ڪرڻ کي لازمي ڄاتو، جنهن تي عوام
بگڙجي دودي راهه کي متفق طور تي تخت نشين
ڪيو ۽ چيو ته: ”چنيسر ماءُ جو مڄو آهي ۽ ڪائنس
حڪومت ڪانه هلندي، پر هر ننڍي وڏي در پيش
مسئلي تي پيو زنانا انگل ڪندو.“

چنيسر جي پر پٺ دودي کي ٻنهي ڀڄرائڻ تي
چنيسر ذاتي بيعزتي محسوس ڪري، دهليءَ جي حاڪم
علاوالدين خلجيءَ ڏانهن ٿي ويو ۽ بادشاهه کي سنڌ

جي فتح جي ترغيب ڏيارن ڪانسواءِ ٻاگهل ٻائي جي جي حسن جي تعريف ڪري پيڻ جي سنگ ڏيڻ جي آڇ پڻ ڪئي ٿئين.

مشهور مؤرخ نظام الدين بخشيءَ جي تحقيق موجب خلجي، چنگيزخان جي نسل مان هيو جنهن ڪيترائي سال حڪومت ڪئي هئي. هو آخري عمر ۾ ڪٿي گوري سان هميشه هميشه جي لاءِ موت جي ننڊ سمهي رهيو. سندس دور حڪومت ظلم ۽ ڏاڍ جو خاص مثال هيو جنهن ۾ هو پنهنجن ۽ پراون کي ماري مڃائي، ڏينهون ڏينهن طاقت کي وڌائيندو رهيو هو. جالور جي قلعي جي فتح کانپوءِ اتان جي نومسلم مغلن کي بي دردي‌ءَ سان مارائي، سندن معصوم ٻارن ۽ ٻي ڏوهه عورتن کي ٻهار يدارن جي حوالي ڪندي حڪم ڪيو هئائين، ته تڇ پيا ڪ ٻارن کي سندن مائرن جي مٿن تي ايستائين سٽيندا رهن جيستين ڪپهه جي پوڻين جيان پرزا پرزا ٿي نه وڃن! ۽ ان کانسواءِ باقي مظلوم زالن کي اگهاڙو ڪري دهليءَ جي بازار ۾ گشت ڪرائي غير مسلمن جي ور چاڙهيو هئائين!

مطلب ته علاوالدين ٻهرين درجي جو ڪميڻو، حريص، بدڪردار، ظالم ۽ جنگجو بادشاهه هيو. هو ڪنهن به حسين ملڪ تي سندس نظر پوڻ بعد ڪيس

تاراج ڪرڻ ۾ تر جيترو به نہ ڪسندو هيو.
حسن مورتون سندس وڏي ۾ وڏي ڪمزوري هونديون هيون، جنهن جي ڪري ڪيترن ئي نازڪ بدن ۽ نازڪ انداز حسينائن سان محل ڀريو پيو هوندو هيس. سندس وڏي ۾ وڏي دل ھڪ "ڪافور" نالي حبشي ڪدڙي سان هوندي هئي. ان کان سواءِ ھڪ مهہ جبين عورت "ڀدمني" جي هٿ ڪيڏي هئائين جنهن کي حاصل ڪرڻ لاءِ بي انتها جتن ڪيا هئائين، پر سندس ھيرَ ڪي بہ ڇهي نہ سگهيو، تہ لاچار غم ۽ غصي سان اوڙي پاڙي جا هند نوس لڳو. ويتر جو سنڌ جي غدار چنيسر، اچي سندس سلام ڀري، ڀاڳهل ڀاڻي جي حسن جي هاڪ ملائي ۽ سنڌو ديس تي قبضي ڪرڻ لاءِ لالچايو تہ علاؤالدين سنڌ جي راڄا دودي سومري کي خط لکي دهليءَ ۾ اچڻ جو حڪم ڪيو. دودي اهڙي حڪم کي پنهنجي غيرت، وطني قومي روايتن، عزت، ننگ ۽ ناموس جي نفي سمجهي دهلي وڃڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو، جنهن تي علاؤالدين ڏمرجي دهليءَ جو تمام وڏو لشڪر تيار ڪري سالار خان جي سپهہ سالاريءَ هيٺ موڪليو.
دهليءَ جي لشڪر جيئن ئي سنڌ جون سرحدون اورانگهيون تہ سنڌ ڀريون مقابلو ھڪ هندو درويش ويرم ڀاهوڙ سان ٿيو. ويرم ڀاهوڙ جڏهن سنڌ جي

ڀاڪ مٽيءَ تي ڏاڍين گهوڙن جون هيڪارون ٻڌيون ته قومي غيرت وڃان پنهن جي . . . سو هندو مسلم مريدن سان گڏجي صرف ڏاڍن ۽ ڪوڙن سان مسلح ٿي مٿن وڃي ڪڙڪيو ۽ دليريءَ سان وڙهندي "هندو - مسلم ايڪتا" جو لازوال مثال قائم ڪندي شهيد ٿي ويو.

تاريخ ۾ اهڙا ڪئي مثال ملن ٿا ته سنڌ ڌرتي مختلف مذهبن ۽ فڪرن جو سنگم اهو ثابت ڪري ڏيکاريو آهي ته سنڌ ئي دنيا جو اهو واحد ملڪ آهي جتي مختلف مذهب، فلسفا ۽ نظريا ملي هڪ مفيد مرڪب بڻيا آهن. ٻڌ ڌرم، جين ڌرم، ويد ڌرم ۽ اسلام وغيره هڪ ئي وقت صرف ۽ صرف سنڌ ۾ ئي آرام ۽ سڪون سان گڏ رهيا آهي. توڙي جو دنيا جي ڪنهن به ڪتاب جو ساڳي مذهب جي فرقن ۾ به اهڙي اتفاقي نه رهي آهي، جيئن برطانيا ۽ ٻين ملڪن ۾ پروٽسٽنٽ ۽ رومن ڪئٿولڪ وغيره جا مثال ملن ٿا. ٻي طرف سنڌو ماٿر جي قديم شهر موهن جي دڙي مان خبر پوي ٿي ته دراوڙن کي مڪاني بعد ڪول ۽ سنٿال ماڻهن گڏ رهيا پيا هئا ۽ پنهنجي رهڻي ڪهڻي هڪ ٻئي سان ٺهڪندڙ هئي ۽ موهن جي تلاءُ ۾ سڀ ماڻهو گڏجي سنان ڪندا هئا. ان ڪانسواءِ ان وقت جا

سيئي سنڌي درياهه شاهه جا پڻ جاري هوندا هئا
چاڪاڻ ته ورڻ ديوتا جي پوڄا سنڌ ۾ نهايت ئي
قديم زماني کان جاري آهي.

دنيا جو اهو واحد ملڪ صرف سنڌ ئي آهي،
جتي هندو مسلم ۽ ٻين مذهبن جي خيالن جو حيرت
انگيز سنگم آهي. هندن وٽ ڏهه اوتار (Dasa-Avatara)
صنف آهي. هن صنف جي حيران ڪندڙ ڳالهه اها
آهي ته مسلمانن جي نبي حضرت محمد جي سؤٽ
حضرت علي کي هندو ڌرم ۾ وشنوءَ جو ڏهون اوتار
ظاهر ڪيو ويو آهي * ۽ اڏيري لال کي سنڌي
مسلمان شيخ طاهر سڏي زيارت ڪندا آهن راجا
ڏاهر جي وقت ۾ سنڌس مڪي جي ٻي پاسي هڪ
مسلمان محمد علافي جو نالو اڪريل هوندو هيو.
سنڌي مسلمان سو شاسٽ اگوان شاهه عنايت جي
جاگيردارن ۽ ڏارئي سامراج جي سازشن هيٺ عظيم
شهادت ٿي ته هندو سنڌي داپتراه صوفي "جنگ
نامو" لکيو ۽ ڪيترن ئي هندو - مسلم ڪوين
دکدائڪ نوحا لکيا. اڄ به سنڌ جي مڙني درگاهن
جهڙوڪ: قلندر لال شهباز، اڏيرو لال، شاهه
لطيف، سچل سرمست وغيره تي هندو ۽ مسلمان
سنڌي هڪ ئي اڪثريت سان ايندا آهن، جيڪو

---

* سنڌي ادب جي ارتقا - اينيموري شمل ص: ١٩

مذهبي رواداريءَ جو اڻ مٽ مثال آهي. محمد اسماعيل عرسالي ڦدا جي "تعمير پاڪستان" ڪتاب موجب ڪاٺڙ ۾ سنڌي مسلمان، هندن جهڙي پوشاڪ پهرن ٿا. مسلمان مرد اڄ ڏاڍهين انگرکو (پنيون) پائيندا آهن. ۽ سنڌن ٻارن ۽ عورتن جي پوشاڪ مارواڙين ۽ ڪڇين جهڙي هوندي آهي. هي سنڌي هندو مسلمان ايترو ته هڪ ٻئي سان رلجي ملجي ويا آهن جو مسلمانن جا نالا به هندن جهڙا آهن!

ٻي طرف ڏسجي ته هنن هندو ۽ مسلمان سنڌين کي پنهنجي سڄي ملڪ سان بي پناهه محبت رهي آهي. سنڌ سياست ۽ ثقافت کي نج رکڻ ڪانپوءِ سنڌ جي اقتصاديات جو به سخت اونو هئڻ ڪري هڪ طرف سنڌي مسلمانن لنواريءَ ۾ حج جو رواج وڌو ٻي طرف هندو سنڌين سار ڌرو (ٽرپار ڪر) جي مهادپو جي مندر واري اونهي کوهه ۾ مٽن جا هڏا اڇلي چوڻ شروع ڪيو ته "مڙدي جا هڏا هن کوهه ۾ اڇلائڻ سان جڻ گنگا ۾ وڌا ويا."

مطلب ته هنن پنهن جن مذهبن جي تيرٿن جهڙوڪ عربستان ۽ هندستان جا مرڪز به سنڌ ۾ رکي ملڪي اقتصاديات کي هڪ طرف بچايو ۽ ٻي طرف پنهنجي مخصوص ثقافت کي اڪيتي وڌايو.

جڏهن دهليءَ جي فوج سنڌ جي سرحدن تي يلغار

ڪندي اندر گهڙي آئي ته ڏاڙني لشڪر سان سنڌ
جو ننڍڙو نيمگر ننگر ۽ سنگر سفارتي نمائندا ٽي
ڳالهين ڪرڻ لاءِ آيا، پر ڏاڙني لشڪر بين
الاقوامي قانونن جي ڪابه پرواهه نه ڪندي، ڪوس شهيد
ڪرائي ڇڏيو.

دهلي لشڪر سنڌ تي ٻن پاسن، بکر ۽ ننگر پارڪر
کان ڪاهي آيو. ننگر پارڪر واري فوج جو
ماڌوراءِ ۽ بکر واري حصي جو محمد خان پٺاڻ،
محمد شاهه ۽ تمر بيگ اڳواڻي ڪري رهيا هئا.
دشمنن جو اهو اٿاهه لشڪر، سنڌ جي غدار چنيسر
جي اڳواڻيءَ ۾ رڙهاهه ماڙيءَ ڏانهن اتر ۽ اوڀر
پاسن کان وڌي رهيو هو. غنيم جي هن لشڪر
سنڌ جي گاديءَ تي ڪاهي صلح جي لاءِ هن شرط
کي رکيو:

(الف) دهليءَ جي بادشاهه علاؤالدين جي لاءِ،
سنڌ جي بادشاهه دودي راءِ جي ڀيڻ ٻاگهل ٻائي جو
سڱ خراج طور ڏنو وڃي.

(ب) سنڌ جو حاڪم چنيسر سومري کي مڃيو
وڃي.

سنڌ جي راجا، سومرن قبائلي سردارن جي ڪابينا
کي گهرائي صلاح مصلحت ڪئي، جن يڪراهه سان
اهي ٻئي شرط سنڌ جي آزادي، پنهن جي ناموس ۽

قبيلن جي روايتن جي سخت خلاف سمجهي رد
ڪري ڇڏيا ۽ جنگ جي تياري شروع ڪري ڏني
ڇاڪاڻ ته ١١٥٠ع - ١٢٥٠ع ڌاري سومرن ۽
گجرن جي لڙاين ۾ هڪ سومري حاڪم گجرن
کي سنگ ڏيڻو ڪيو ته سومرن جي غيرت اهو
گوارا نه ڪيو هيو. ان ڪانسواء ولي عهد شهزادي
ڏونگر راء پڻ مخالفت ڪئي هئي، جنهن تي
"سومرا - گجر ناهه" ٺٺي پيو هو. هن ناهه ٺٺڻ
شرط گجر، سومرن تي ڪاهي آيا. ان وقت ڏونگر
راء جو وڏو ڀاء دودو ڪاوڙجي دلوراء جي
دربار ۾ رهيو هيو ۽ ڪيس گجرن جي حملي خلاف
مدد لاء پيغام موڪليو ويو ته چيائين: "جي هيٺا
ٿيا آهيو ته ڪنهن گولي، ٻانهيء جو سنگ ڏئي،
ڪئي صلح ڪريو!" بر ان تي پيغامي چارڻ چيس:

جر نه ڪنن ڪنگرين - راو نه ڪهڙين وين
جي گولي ويندي گجرين - ته ٻه چوندا دودي ڀين!

دودي کي ان ڳالهه تي غيرت اچي وئي، ۽ سولي
اچي گجرن سان ڏاڍي بهادريء سان وڙهيو.
هڪ چارڻ فقير چيو آهي:

ٻين سيني ڏنهون - ڏني نه ڏونگر راء
اڻ ڏنين آڏو ٿئي - ڏنيون ڏئي ڪباء!

دهليء لشڪر سان سنڌ جي ڪابيما جنگ جو فيصلو

ڪيو ته دودي سومري امر ڪوٽ * اچي سوڍن
۽ ٻين کي مدد لاءِ ڇوايو ۽ گڏيل رٿا ٺاهي، ۱۴۰
راڄائي ڪل جي عورتن سميت ٻنهن جو سمورو

---

* امر ڪوٽ، عمر سومري ته پر ڪانئس سو ڍن سال اڳ اومره سومري ٻڌايو هيو. (وقائع راجستان - از حڪيم نجم الغني ص: ۴۸-۵۲) امر ڪوٽ کي انڪري عمر ڪوٽ ڪري سڏڻ بلڪل غلط آهي ڇاڪاڻ ته سنڌ جي لوڪ گيتن ۾ به "ڪوٽ ته امر ڪوٽ، ٻيون سڀ ڪوٽڙيون" وغيره جا ڪيئي مثال ملن ٿا ۽ اڄ به ڍرهار ڪر جا اصل رهاڪو راجستاني مارواڙي امر ڪوٽ سڏين ٿا. ان کانسواءِ امر ڪوٽ جو نالو تاريخ فرشتا اڙدو ترجمو، ڀاڱو ۲، اڪبر ناما جلد ۱، ص: ۴-۵-۱۴، غياث اللغات ص: ۵۰۸، تاريخ هند - شمس العلماءِ مولوي ذڪاءُ الله جلد ۵، ص: ۷، دربار اڪبري - شمس العلماءِ محمد حسين آزاد، قديم سنڌ ۽ انجا مشهور شهر ۽ ماڳهو - مرزا قليچ بيگ ص: ۵، ابوالفضل ۽ فيضي - حڪيم فتح محمد سيوهاڻي ص: ۱۹، آئينا اڪبري انگريزي ترجمو - گليڊون ص: ۵۱۱، اڪبر بادشاهه جو جيون چرتر - بابو بنڪم چندر لاهڙي گجراتي

ڪٽنب ڪڇ جي حاڪم ڄام ابڙي وٽ سام طور
موڪليو حالانڪه ڪڇ جي هن حاڪم سان سومرن
بادشاهن جي ناتاهي هوندي هئي. ٻي طرف مڪمل
جنگي تيارين سميت سنڌي لشڪر جنگي سردار ساهڙ
سلطان جي هٿ هيٺ روانو ڪيو. جيڪو دشمن
سان وڙهندي شهيد ٿي ويو. سنڌ جي آڙيل پڪڙيل
ٻنان هٿيارن جي ٥ هزار فوج، دهليءَ جي ٢٠ هزار
چونڊيل ۽ هٿيار بند فوج سان مقابلو ڪندي تباهه
ٿي وئي ۽ رو پاهه وٽ راجا دودو راءِ، هاسو سوڍو،
ڀيم جو ڏو، ۽ ڀونگر ڪانُ سواءِ ڪئي ناميارا سورهيه
سر ڏئي سرها ٿي ويا.

ڄام ابڙو جيڪو ڪڇ جي وڏ سرپاڳي جو
حڪمران هيو ۽ جنگ ۾ ڪڏهن به نه هارائڻ جي
ڪري ”اجيت اڙٻنگ“ جي لقب سان نوازيل هيو،
آيل سامن کي موٽائي دهليءَ لشڪر کي ڏيڻ کان
انڪار ڪري ڇڏيو. پورن پنجن هفتن جي وڙهه
بعد رياست جا ڪڇي بهادر ۽ سنڌ جا سورهيه ڄام
ابڙي ۽ سندس پٽ سميت مانجهي ڄي هٿ هيٺ

---

ترجمو ص: ٣٨، روح رهاڻ - ڊاڪٽر هوتچند
گربخشاڻي ص: ٤٦، سوڍن صاحبي - ڀيرو مل
ص: ١٦، عمر ڪوٽ جو اتهاس - ٺڪر سنگ
سولنڪي وغيره ۾ به ماي ڏنو.

وڙهندي شهيد ٿي ويا. جڏهن سڀ غيرت ۽ وطن جي سوال تان وار جي ويا تڏهن سنڌ جون سومريون غيرتمند سومريون، ڪڇي راجپوتاڻين سان گڏجي باهه ۾ سڙي ستيون ٿيون، "جوهر" ڪيو پر ويرين جي ور چڙهڻ کان نابري واري!

سنڌ جي غدار چنيسر پنهنجي ذاتي ضد ۽ انا کي تسڪين ڏيڻ جي لاءِ سنڌي قوم کي ايترو ته تباهه ڪرايو جو سنڌي قوم اڄا تائين اها ليٽ نه ڀري سگهي آهي. هن ان سنڌ ڌرتيءَ کي ڌارين هٿان تاراج ڪرايو جيڪا ڪره ارض جي ڀرين عظيم مملڪت آهي. جنهن جي لاءِ ڪن عربن ليکڪن جهڙوڪ:- سبحت المرجان ۽ ٻين ڪتابن ۾ لکيو آهي ته: "حضرت آدم ۽ بيبي حوا سنڌ جي آمري واري حصي ۾ پيدا ٿيا هئا." ان حصي مان پراڻي پٿر جي زماني جا قديم ترين آثار به ڳولي لڌا اٿاڏون. پرٿوي پنايت چون ٿا ته سنڌ هماليه کان به وڌيڪ پراچين آهي. يعني ته جڏهن هند پاڻيءَ هيٺ هو ۽ دکن جنهن کي گونڊستان سڏين ٿا، آفريڪا سان متمل هو ۽ اسان جي سنڌ ڪيرٿر جي زير آب جبل ۽ اراوليءَ جي وچ ۾ هڪ اونهي قسم جي نار مثل هئي، تڏهن به سنڌ ۽ سنڌو موجود هئي!

جنهن لاءِ رگ ويد جو ڀريون ترجمو ڪندڙ

ميڪسمولر لکيو: ”مان سنڌ نه ڏٺي آهي پر منهن جي
جسم ۽ رڳن ۾ خون جي بدران سنڌوءَ جو پاڻي
وهي رهيو آهي!“ جنهن لاءِ ايران جي هڪ درٻاري
شاعر چيو: ”ساقي! مون کي شراب موهن جي دڙي
جي مٽيءَ مان ٺهيل پيالي ۾ ڏي. ڪاش! اها مٽي
منهن جي وڏڙن جي هجي.“ جنهن سنڌ ۾ ٨ صديءَ
جو جڳ مشهور شخص مطيع بن عباس گهمڻ آيو ته
هتان جي آب هوا ۽ ماحول کيس ايترو ته پسند آيو
جو پنهن جي مربيءَ سان گڏ ڪئي سال سنڌ ۾ رهي
پيو. سنڌ ۾ رهائش وقت، مستيءَ ۾ اچي پنهن
جي پريتما روقا کي لکيائين ”اي روقا! مان توسان
سنڌ جا ڪهڙا حال ڪريان؟ تنهن جي ۽ منهن جي
وچ ۾ ته وڏو ڏکيو پنڌ آهي. ڪاش! تون هن سنڌ
کي ڏسي سگهين!“

چنيسر، انهيءَ قديم ۽ اهميت واري ملڪ جي
شان ۽ شوڪت کي وڏو ڌڪ رسرايو جنهن جي
عظمت جي بلند مينارن جي پاڇي هيٺان، دنيا جون
تهذيبون اسرڻ لڳيون. هن ان سنڌ کي غلام ڪرايو
جنهن جي نالي کي پوتر سمجهي آريا جڳت ۾
رشين، سنڌس سارام جا گيت ويدن جهڙن مقدس
گرنٿن ۾ داخل ڪيا.

چنيسر انهيءَ سنڌ کي پائمال ڪرايو جنهن ۾ دنيا

جو پهريون ڪتاب تصنيف ٿيو. دنيا جي جهوني گرنٿ رگ ويد کي عيسوي سن کان ويهه صديون اڳ جو چيو وڃي ٿو.

مولانا آزاد بلگرامي پنهنجي ڪتاب "غزلان-هند" ۾ شيخ علي رومي جو هڪڙو فقرو ڪتاب "محاضرت الاوائل و مسامرت الاواخر" تان نقل ڪيو آهي ته: سڀ کان پهريائين جنهن سر زمين تي ڪتاب تصنيف ڪيا ويا ۽ جتان حڪمت جا چشما نڪتا، اهو سنڌ آهي."

برهمڻي دور ۾ سنڌ اندر تعليمي ادارا يا مڪتب ته نه هئا، پر مندرن ۾ ڪتاب رکيل هوندا هئا، جي سمني ياترين کي پڙهي ٻڌائيندا هئا. سنڌ جي برهمڻ آباد جي نووهار مندر ۾ ٻن ڪتابن جو وجود نظر اچي ٿو. نگرڪوٽ جي بتخاني مان فيروز شاهه تغلق کي ١٣٠٠ ناياب ڪتاب هٿ لڳا جن مان ڪيترن جو سلطان ترجمو به ڪرايو. عرب حڪومتن جي زماني ۾ به هي ملڪ علم ۽ عالمن جو مرڪز هيو. ڪپتان اليگزينڊر هئملٽن جي بيان موجب سنڌ جي صرف هڪ شهر ۾ مختلف علمن ۽ فنن جا اٽڪل ٤٠٠ ڪاليج هئا. ان مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته اسڪول ۽ پرائمري مڪتب جا سنڌ جي شهرن ۽ ٻين ڳوٺن ۾ ڪيتري نه ڪثرت

سان هوندا !! ۽ ان زماني ۾ ڪيتري قدر وڏي پئماني تي علم جي اشاعت ٿيندي هوندي !

عباسي حڪومت جي دور ۾ خاص طرح مامون رشيد جي وقت ۾ جيڪي علمي ۽ فني ڪتاب سنسڪرت مان ترجمو ٿيا، سي گهڻو ڪري سنڌ جي گورنرن جي معرفت ۽ سنڌ جي درسگاهن مان نڪتل عالمن جي مدد سان ٿيا. حسابي علم ۽ ٻيا علم، عربن کي سنڌين سيکاريا، جنهن جي ڪري حسابي علم کي عربيءَ ۾ چوندا ئي آهن "علم هند سيا." براهمي لپي يا ديوناگري آئيوتا، فنيشن لوڪن، يورپ ۾ ڦهلائي، جيڪي اصل ۾ سنڌ و ماٿر جا واپاري هوندا هئا. *

چنيسر، انهن سنڌين کي غلاميءَ جي غار ۾ اڇلي ڇڏيو. چن جي لاءِ قاضي صاعد اندلسي ۽ جهڙي مهان ليکڪ، لکيو "حڪومت عدل ۽ سياست ۾ سنڌي بي نظير آهن، اهي عقلمند، عزم جا پڪا، ۽ بلند خيالن وارا آهن. هو اڇي رنگ وارن توڙي ڪاري رنگ وارن قومن ۾ فضيلت رکن ٿا. نجومين جي راءِ آهي ته آزرحل ۽ عطارد، سنڌ جي طبعي حالتن تي حڪمراني ڪن ٿا. ان ڪري

---

Sirmonier William's Sanskrit - English Dictionary*

آزرحل جي ڪري هتي جا رهاڪو سانوري رنگ جا آهن. عطارد جي ڪري سندن عقل ۾ صفائي آهي ۽ زحل جي ڪري سندن ذهنن ۾ علمي لطافت پيدا ٿئي ٿي." **

هن ان سنڌين کي ڪرسيءَ خاطر قتل ڪرايو جن جي لاءِ حضرت محمد ﷺ حديث معراج ۾ حضرت موسيٰ جي قد بت جي تشبيهه ٽن سان ڏني آهي. بخاري شريف ۾ آهي ته: "موسيٰ ڪڻڪ رنگو ۽ قداور هيو، ڄڻ ته هو جٽن (سنڌين) مان هيو!"

## خلجي دور جون خرابيون:-

١- سنڌ بر صغير جو اهو واحد ملڪ هيو، جتي عام راءِ جي آڌار تي حڪومت چونڊبي هئي. هن عوامي حڪومت جو سيئي فرد احترام ڪندا هئا. خلجي حڪومت سنڌ جي سياست ۾ مداخلت ڪري هتان جي قومي آزادي، خودمختياري ۽ خود داريءَ کي ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي.

٢- ڏکڻ اوڀر سنڌ ۽ سنڌ - ڪڇ جا سرحدي پاڳا سومرن جي حڪومت جي اثر ۽ طاقت جو مرڪز بڻيا جنهن جي ڪري انهيءَ مرڪزي ايراضيءَ ۾ سنڌي ٻولي پکڙجي وئي - اوائلي ۽

---

Introduction P: xxii

وچين دور ۾ سومرن جي طاقت جو رخ ڪڇ، ڪاٺياواڙ ۽ گجرات وارين سرحدن طرف رهيو. انهيءَ ڪري ڪڇ طرف ٻن سومرن، سمن ۽ سنڌ جي ٻين قبيلن جون بستيون قائم ٿيون ۽ ڪڇ ۾ سنڌي ٻولي خوب ڦهلجي وئي. پر خلجين جي حملي سبب سنڌي ٻولي ۽ ادب جي ترقيءَ ۾ ڪافي رڪاوٽون پيون ۽ اهي مجمند ٿي ويون.

٣- خلجين هڪ اهڙي دور جو خاتمو آندو جنهن دور ملتان جي غوث بهاول دين ذڪريا، پاڪ پٽن جي بابا شيخ فريد دين، مسعود گنج شڪر، اچ جي سيد جلال سرخ بخاري، سيوهڻ جي قلندر شهباز ۽ ٻين پنهنجي جهڙن درويشن جي ذريعي سنڌي ماڻهن جي اخلاقي ۽ روحاني تربيت ڪئي هئي.

٤- خلجين سنڌ جون ڪيتريون ئي بستيون تباهه ڪيون جنهن ڪري سنڌي ماڻهن جو ثقافتي ۽ معاشي نقصان ٿيو.

٥- خلجين، سنڌ جا هزارها نوجوان شهيد ڪري سنڌين کي اقليت ۾ آڻڻ جي ڪوشش ڪئي.

٦- سومرن جي صاحبي ۾ ٿر جو ڊيلٽا ( Delta ) وارو ڀاڱو آباد هو. مثال طور: سومرن جو پهريون تخت گاهه ٿري پراڻ جي اولهندي ڪپ

ٿي هيو، يعني انهن ڏينهن ۾ به پراڻ موجود هيو.
پراڻ جي اولهندي واري شاخ سڪن ڪانپوءِ سومرن
سردارن گنگرو واهه تي نئون شهر تعمير ڪرايو
هو. گنگرو واهه، رين جي شاخ هيو ۽ رين ڪڇ
۾ چوڙ ڪندو هيو. هنن ڏينهن ۾ چاچڪان جو
حصو ديرو گهڻو آباد هيو. پر سومرن جي
حڪومت بعد اهڙيون سموريون تعميري رٿائون
ختم ٿي ويون!

# قاضي قادن

حيف تنهن کي هوءِ - وطن جن وساريو !
(شاهه)

جام نظام الدين سمي جي وقت ۾ سنڌ جي حڪومت اتر طرف بهاولپور تائين ۽ الهندي طرف سبيءَ تائين پکڙجي چڪي هئي. سندس دور ۾ امن امان هئڻ جي ڪري ملڪ تمام وڏي ترقي ڪئي. سندس دور ترقي ۽ تمدن جو دور هو، جنهن ۾ ڪئين گهوٽ پيدا ٿيا، علم کي پکيڙيو ويو، هنر کي زور وڌايو ويو، قومي روايتن ۽ دستورن کي قائم رکيو ويو. ان وقت سنڌ جو وڻ وڻ نظاري جي دعوت هو، هر طرف رنگا رنگي واهن ۽ وستين نينهن جا نشا پئي چاڙهيا، هر ساوڪ اک جي ٺڏاڻ هئي، دلين جا لڪل ڏيئا اکين ۾ ٻرڻ لڳا ٿي ۽ ماضيءَ جي گذريل لمحن جون رنگينيون ذهن ۾ آيون ٿي! ان وقت جي سنڌ کي ڏسڻ جي ڪنهن کي مجال هئي؟ جنهن جي سونهن چانڊوڪيءَ جيان چمڪندي هئي، جنهن مصر جي بزار کي به شڪست ڏئي هر جوانيءَ کي زليخا جو روپ ڏنو هيو.

انهن ڏينهن ۾ بابر بادشاهه سمرقند کان نڪري اچي ڪابل ۾ ديرو دمايو هيو. شاهبيگ ارغون کائنس ڊڄي ڪنهن ٻي ملڪ وسائڻ جي تاڙ ۾ لڳل هيو. هن پنهنجي پٽ مرزا سلطان محمد کي وڏو لشڪر ڏئي، سنڌ کي لٽڻ ۽ ڦرڻ لاءِ روانو ڪيو.

مرزا سلطان، آگرم، چانڊ ڪا، سنڌ ڄام ماڇين جي
ڪوٽ ۾ خوب امڪ ڦر ڪئي. اها خبر پون شرط
سنڌ جي حاڪم ڄام نندي نواب دولهه دريا خان
جي همٿ هيٺ وڏو لشڪر سندس مدافعت جي لاءِ
موڪليو. وڏي ويڙهاند ڪان پوءِ ارغوني لشڪر
ڀاڄ ڪاڍي ۽ سلطان محمود ڪي موقعي تي ئي
اُٿ ماريو ويو ۽ جيسين سنڌ جو عظيم ٻادشاهه ڄام
نظام دين جيئرو رهيو، تيسين ڪنهن به ارغون کي
پلئه وٺڻ جي همٿ به ڪانه ٿي!

تاريخ جي تسلسل ۾ سنڌي قوم جي اهڙي
بهادري ۽ جا نشان چٽا ڏسڻ ۾ اچي رهيا آهن -
يسوع مسيح کان اٽڪل ١٥٠٠ ورهيه اڳ آريا
قوم ايرندي طرف قدم وڌائي وڃي گنگا تائين
پهتي ۽ هن گنگا تائين پهچندي ڌ ـي پنهنجي قبضي
ڪيل حڪومت کي "آريا ورت" جو خطاب ڏنو.
هيءَ هڪ اهڙو ته طوفاني انقلاب هيو جو لفظ 'سنڌو'،
ڪاڙهي هندستاني جيان ميٺجي وڃڻ جو خطرو هيو.
پر سنڌ واسي ته ڪنهن ٻي مٽيءَ مان جوڙيل هئا.
هنن نئين خطاب کي نه مڃيو ۽ ڪڏهن به سنڌ و
کي 'آريا ورت' نه سڏيو. هنن ڄاتو پئي ته جيئن مصر جي
سڄي شادابي نيل درياهه جي ڪري آهي تيئن سنڌ
جي سونهن 'سنڌو' جي ڪري آهي جيڪو منجهانئس

شهه رگ جيان وهي رهيو هو. هي عظيم شان
درياءُ تبت جي انهيءَ جابلو ڀاڱي کان نڪتو آهي
جنهن کي 'ڪيلاس' ڪوٺيو وڃي ٿو ۽ جو
سنسڪرت جي ديوباني ۾ 'جنت' جي خطاب سان
ياد ڪيو ويو آهي. اهو ئي سبب آهي جو رگ
ويد ۾ آرين، سنڌي دراوڙن کي "دسيوس"
يعني دئوس، رهزن ۽ ڌاڙيل سڏي ياد ڪيو آهي.
پر اهي ۽ اهڙا ٻيا ڪيئي لقب سنڌ جي غيرت مند
عوام جي دليري جي هام ڀرين ٿا. تاريخ جي
لکئي موجب اهي سنڌي ئي هئا جن ميسو پوٽيما
جي وڏي راڻي سيميرا مس کي ذليل ترين شڪست
ڏئي ڀڄائي ڪڍيو ۽ هن وري ملڪ ڏي ميري اک
کڻي نه ڏٺي.

سنڌين جي هر 'سنڌ' ۾ اهڙي بغاوت ڏٺي پئي
وئي هئي - ڇو ته هي دنيا جا اهي واحد سورما هئا
جن ڪڏهن به ڪنهن به غنيم کان مات کائي ساڻت
اختيار نه ڪئي هئي. سنڌن بهادري جي داستان اڄ به
تاريخ جي ورقن تي افسانن جيان ٽڙيا پکڙيا پيا آهن.
جڏهن ڪورون ۽ پانڊون وچ ۾ هندستان جي حڪومت
خاطر ڪرو ڪشيتر جي تاريخي ميدان ۾ ويڙهه
لڳي، انهيءَ زماني ۾ سنڌ ۾ ڪڇ، ڪاٺياواڙ
جا حصا ۽ ملتان جون سرحدون به آيل هيون،

سنڌ جو حاڪم ڄئٿرت ڪشمير جي وادي تائين
ٽيڪسيلا، پشاور ۽ پنجاب جي اندرئين ڀاڱي تي
به حڪومت ڪندو هو. مهاڀارت جي هڪ عظيم
ويڙهه پورا ١٨ ڏينهن هلي جنهن ۾ آتشي تير ۽
زبردست مگدر استعمال ڪيا ويا. ناقابل تسخير
سنڌي لشڪر پنهن جي حريفن سان ڪورن لاءِ
ڏاڍو زور سان وڙهيو ۽ پانڊن جي وڏي بهادر
'ارجن' جو پٽ 'ابهمنو' مارجي ويو. ڪرشن
مهراج سهي ڪري ورتو ته سنڌين جي لشڪر ۽ سندن
مهندار راجا ڄئٿرت جي طاقت ناقابل تسخير هئڻ
سبب پانڊن جي شڪست لازمي آهي، تڏهن ڀيم
کي ڪن ۾ چيائين ته 'راجا ڄئٿرت کي مقابلي لاءِ
للڪاري سڄ لٿي تائين قابلو ڪندو رهه. ۽ جڏهن
اوندهه ٿي تڏهن سندس پيرن ۾ تلوار هڻي قتل
ڪري ڇڏج.' ڀيم ائين ڪيو ۽ راجا ڄئٿرت
کي زخمي ڪري ڪرشن ڀڳوان جي سازش هيٺ
قتل ڪري ڇڏيو، توڙي جو ان وقت جنگي قانون
موجب گوڏن هيٺان ڌڪ نه هڻڻ گهربو هو.

تاريخ ۾ سنڌي سورمن شايد پهريون ڀيرو
ڪنهن غنيم کان اهڙي * ناانصافي ۽ سازشن هيٺ

---

* راجا ڄئٿرت جو جهنڊو وراهه (بدوئر) وارو هيو.

شڪست کاڌي، پر جڏهن کين اهڙي غير اخلاقي ۽ قانوني حرڪت جي سڌ پئي ته هڪ غيور سنڌي پنهنجي سورهيه راجا جي پلوَ خاطر سري ڪرشن کي اڪيلو شڪار تي ڏسي قتل ڪري ڇڏيو!

هندو تاريخ ۾ سڀ کان اول هن ملڪ جو پتو راماڻ مان ملي ٿو، جنهن تي اسوا پتي حڪومت ڪندو هو. نگر جي علائقي مان نڪتل ٽامي جي تختيءَ موجب، جيڪا هڪ سند آهي، مها راجا جنمي جياني جيڪو هستناپور جو راجا ۽ پانڊن جي نسل مان هو، اسواپتي کي قتل ڪرائي ڇڏيو. اهو واقعو يسوع مسيح کان ٢٩٩٠ ورهه اڳ جو آهي. هن مان ثابت ٿيو ته انهن ڏينهن ۾ سنڌ جو حاڪم اسواپتي اهڙو ته زبردست هيو جو ڪيس مغلوب ۽ قتل ڪرڻ ۽ پانڊو گهراڻي جا راجا پنهنجو فخر محسوس ڪندا هئا ۽ فتحمنديءَ کي پنهنجي لقبن وصفن ۾ داخل ڪندا هئا!

سنڌ جي حڪومت تي جڏهن رڏال تخت ڏٺي ني ويٺو ته ان وقت هڪ حسين ڇوڪري سان سندس ياڪ رڪماريس نيڪهه ڪيو. برڪماريس جڏهن پنهنجي ڪنوار سان گڏجي محل ۾ داخل ٿيو ته پاڻس هن حسينا تي اکين ڇڪن ڏٺي پيو ۽

ياءُ کي ڪيڏي ڪيس سهيلين سوڌو پاڻ وٽ رهايو -
گهرو ويڙهه سبب هڪ غنيم اچي ڪڙڪيو ۽
نا اتفاقيءَ مان فائدو وٺڻ خاطر چيائين :

” اها مهجبين ڇوڪري منهن جي حوالي ڪريو
۽ باقي سردارن جي لاءِ پنهن جن سردارن جون
نينگريون به ڏيو ! “

بر ڪماريس باوجود ذاتي اختلافن جي به ڀانيو
ته سندن قومي عزت خطري ۾ آهي ان ڪري
اچي دشمن ياءُ سان مليو ۽ کيس هڪ صلاح ڏئي
چيو ته :

” مون کي ۽ ٻين سنڌي ڇوڪرن کي
ڇوڪريون بڻائي خوب هار سينگار ڪرائي سندن
حوالي ڪريو -“

بر ڪماريس ۽ ٻيا سنڌي جوڌا زنانو ويس
پهري اچي غنيم جي ڏولين ۾ پهتا . جڏهن ڌاريئي
لشڪر سيني رسمن کان پوءِ رات جو کين خلوت
۾ آندو ته هنن سنڌي سورمن وجهه وٺي پاڻ سان
آندل ڇرين وسيلي کين قتل ڪيو ۽ غنيم جو هڪ
به شخص سهي سلامت جان بچائي نه سگهيو ! مطلب
ته سنڌي ماڻهو باوجود جنڊي پٽ جي ملڪ ۽
ملت مٿان ڪمهلي مهل اچڻ تي هڪ ٿي ڌارين کي
ڇٽيءَ جو کير ياد ڏياري ڇڏيو آهي .

سڪندر اعظم جڏهن سڄي دنيا کي فتح ڪندو،
لٿهندو ٿي ڦريندو سنڌ جي سرحد ۾ اچي پهتو تڏهن
سنڌي ماڻهن نهايت ئي سورهيائيءَ سان مقابلو ڪيو.
سنڌي ماڻهن ڪمان جو هڪ ڇيڙو زمين ۾ کوڙي
ٻيو ڇيڙو هڪ هٿ ۾ جهلي، ڪوڏا پڇي وڏي ءَ
سگهه سان تير هلائڻ شروع ڪيا پر اوچتو زوردار
مينهن پوڻ جي ڪري سندن ڪمان جو ڇيڙو زمين
۾ نه ڪپي سگهڻ جي ڪري سنڌين جي فتح، شڪست
۾ بدلجي وئي. پر تنهن هوندي به قلعي بند ٿي
ويهي رهيا. سڪندر اعظم ڏاڪڻين رکڻ جو حڪم
ڏئي هڪدم پنهن جي ساٿين سان قلعي تي چڙهڻ
لڳو ته ملتان جي حاڪم پنهنجي تيراندازيءَ جو حڪم
ڏنو. سنڌي تيرانداز ن اهڙا ته تکا تير هنيا جو
سڪندر اعظم جو عزيز ترين ساٿي ابرياس اُٿ
مري ويو ۽ هڪ ٻيو گز جيڏو تير اچي سڪندر
جي سيني ۾ لڳو! هيءُ تير ايترو ته مضبوط ۽
تيز هيو جو سندس لوهه جي زره کي به ٽپي
اندر ڇپي ويو. يوناني لشڪر سڪندر کي سپر
تي کڻي تنبو ۾ آيو جتي حڪيم ڪرمدس سندس
سيني مان تير ته ڪڍيو پر سنڌين جي تيرن جا
زخم ڪي پر جڻ وارا هئا! جلد ئي سڪندر اعظم
يونان موڏڻ جو حڪم ڏنو ۽ دنيا کي فتح ڪرڻ

جو خواب اڏورو ڇڏي جهڙن ئي دجلا نديءَ
جي ڪناري تي قديم شهر بابل وٽ پهتو ته
هـڏڪي ڏنائين!

ڪائنس پوءِ سڪندر اعظم جو قابل اعتماد سپهه
سالار سيليوڪس عيسوي سن کان ٣٠٥ سال اڳ
سنڌ ۽ پنجاب تي ڪاهه ڪري پر هار کائي واپس
وريو. بئڪٽريا جي بادشاهه ميناندر سنڌ ۽ ڪاٺياواڙ
فتح ڪيو پر جلد ئي پشيامتر کيس شڪست
ڏني ۽ پيرن راجائن کي بہ جهتي اشو
ميڌ يگيه ڪيو.

سنڌين جي سورهيائيءَ ۽ سرويچيءَ جا اهي
داستان اتي به ختم نه ٿيا. خيال جي آزادي جي
ڏياتن کي روشن ڪرڻ جي لاءِ، سنڌ واسين جي
سيني ۾ فڪر جون شعلون ٻارڻ جي لاءِ، کيس
زندگيءَ جي حسن ۽ جمال کان آگاهه ڪرڻ جي
لاءِ، اخلاق ۽ ڪردار جي نشو نما ڪرڻ جي لاءِ
قيد ۽ بند جون مصيبتون سٺيون، پنهن جو رتو رت
وهايو ۽ مٽيءَ کي معبود ڄاڻي، ان تي سڀ ڪجهه
نڇاور ڪري ڇڏيو.

سڪندر اعظم جو هم عمر راجا ڪفند جڏهن
سنڌ تي حڪومت ڪري رهيو هيو ته سندس زماني
۾ سنڌ جي سرحدن اندر ايران جي بادشاهه بهمن

حملو ڪيو ۽ سنڌ جي ڪيترن ئي شهرن تي قبض
ئي آتشڪده ٺهرايا. مگر راجا ڪنشڪ پنهن جي راڄ
ساميد جي هٿ هيٺ تمام وڏو لشڪر موڪلي،
ايرانين کي لوڌي ڪڍيو ۽ سندس ٺهرايل آتشڪدن
کي به ڊهرائي ڇڏيو.

عيسوي سن کان ١٢٠ سال اڳ يونانين ٻيهر
حملا شروع ڪيا پر ڪين مقامي سٿين لوڪن ڀڄائي
ڇڏيو. يجرويد واري زماني کان وٺي پنچال،
ڪاليا ڪمبج (قنوج) ۾ راڄ ڪندا هئا. هنن ڪجهه
عرصي کان پوءِ سنڌ جي سٿين حاڪمن کي پنهن
جو ڏن ڀرو ڪيو پر سنڌ جي حڪومت جون
واڳون پوءِ به سٿين لوڪن جي هٿن
۾ ئي رهيون!

اهو صحيح آهي ته عربن سنڌ کي فتح ڪيو هيو
پر اها به حقيقت آهي ته عرب سامراج، هتي هڪ
رات به سک جي ننڊ نه سمهيو! سنڌ واسي هڪٻئي
جي پٺيان لڳاتار حملا ڪندا رهندا هئا. هنن راجا
ڏاهر جي سڳي ڀيڻ "ٻائي" ۽ شهزادي "جئه سينهن"
جي سرڪردگيءَ هيٺ ڪئي مهينا جنگ جوئي
رکي! راجا ڏاهر جي زال، راڻي لاڏي ۽ سندس
پٽ جئه سينهن مختلف آبادين ۾ وڃي گوريلا جنگ
جي ذريعي تباهي ڇاڏيندا هئا ته جيئن عرب لشڪر

کي ڪاڏو ۽ خوراڪ نہ ملي سگهي. هنر راڄپوتانا
جي راجا ۽ سنڌين جي فوج سان برهمڻ آباد ۽ سنڌ
جي گادي اروڙ جي قلعي تي هڪ دفعو ٻيهر قبضو
ڪري ورتو - محمد بن قاسم جي موٽي وڃڻ بعد
جيڪي بہ سنڌي ڪانئس فوجي شڪست کائي،
هيڏي هوڏي ٽڙي پکڙجي ويا هئا، سي سڀئي
گڏجي موٽي آيا ۽ پنهن جن پنهن جن ڀاڱن تي ٻيهر
قبضو ڪري ويهي رهيا * سيوستان جي حاڪم
راجا چند رام پڻ بغاوت ڪئي ۽ عرب سلطنت
پاران مقرر ٿيل سنڌ جي حاڪم معبد بن خليل کي
انتظام نہ سنڀالي سگهڻ جي ڪري معطل ڪيو ويو
۽ روح بن حاتم کي مقرر ڪيو ويو. سندس
زماني ۾ سنڌ جي جاٽن وري بغاوت جو جهنڊو
جهولايو. روح کين دٻائي نہ سگهيو تہ عرب
مرڪز پاران بسطام بن عمرو کي مقرر ڪيو ۽
جڏهن بسطام بہ هيءَ مسلح قومي تحريڪ ڪچلي
نہ سگهيو تہ عرب دنيا جي خليفي پاران کيس بہ
معزول ڪيو ويو.

انهيءَ نموني پورا ۱۲ سال ۱۲ حاڪم بدليا
پر سڀ جو سڀ ناڪام ۽ نا اهل ثابت ٿيا. ميدن ۽
جاٽن جي اها شورش عمران بن موسيٰ جي وقت

* تاريخ بلاذري ص: ۹-۴۲۸

۾ به جاري رهي جيسين جنيد جي وقت ۾ شهزادي ڄڄه - ڄمڻهن کي گرفتار ڪري، پاڻ سوڊو قتل نه ڪيو ويو ! پر آزاديءَ جي اڃ، رت وهائڻ سان ڪانه لهي، ديائڻ سان ڪانه ٿي دٻجي ۽ هيسائڻ سان هيسجي نه ٿي - اها تلخ حقيقت سنڌوا سين ٿي ثابت ڪري ڏيکاري.

سنڌ جي سرحد ڪيرج جي راڄا بغاوت ڪئي ۽ جنيد کان پوءِ تميم سنڌ جو حاڪم ٿيو ته ڪيس پنهن جي قتل جو ايترو ته پڇو ٿيو جو سنڌ ڇڏي ڀڄي ويو. کانئس پوءِ حڪم عربن ياران گورنر مقرر ٿيو پر سنڌي باغين جي سرڪوبي ڪندي ميدان ۾ مارجي ويو.

سنڌواسي ٽن سؤ سالن تائين نسلن پٺيان نسلن جي عربن حاڪمن سان مسلسل چوٽون کائيندا آيا ۽ آخر سومر نالي هڪ سنڌي کي راڄ گدي تي ويهارڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا.

سنڌين جي بهادريءَ تي اچرج ڪندي خود عربيءَ جي هڪ شاعر ”همان“ چيو آهي ته:

”جي هاٿيءَ جو ڪنهن هنڌ سانڊ سان مقابلو ٿي وڃي ته سانڊ ان جي ڪڇي ۽ هڏيون ڀڃي وجهندو.“

ياد رکڻ کپي ته سهانڊا سنڌ جو هڪ قبيلو هيو- هو ايترا ته مضبوط هئا جو حضرت علي جي وقت ۾

بصره جي بيتلمال جي حفاظت لاءِ سپاهين جا ڦيهاڻي جا ٤٠ فرد رکيل هوندا هئا.

سنڌ جي عربي حاڪم غسان جي دور حڪومت ۾ ڪنهن عربي سردار هڪ سنڌي غلام رکيو هيو. هڪ ڏينهن ان سردار ڏٺو ته سنڌس زال ان غلام سان همبستر ٿيل آهي. ان ڪري ڪاوڙ ۾ اچي عربي سردار هن غلام کي پڪڙي خصي ڪري ڇڏيو. سنڌي غلام جڏهن علاج معالجي ڪانپوءِ سڌو ٿيو ته هڪ ڏينهن ان ماڻهي عربي مالڪ جي ٻن پٽن کي گهيتاري ڪوٺي تي وٺي ويو ۽ اتان رڙ ڪري سردار کي چيائين ته جيڪڏهن تون پاڻ کي خصي نه ڪندين ته پنهي ٻارڙن کي ڪوٺي تان ڪيرا ئيو وينديو! عربي سردار کيس گهڻيون ئي آزيون ۽ نيزاريون ڪيون، لوڀ ۽ لالچون ڏنيون پر جڏهن هڪ به ڪانه هليس تڏهن سردار مجبور ٿي چاقوءَ سان پنهنجو پاڻ کي خصي ڪري ڇڏيو. جڏهن هن سنڌي غلام پنهن جو انتقام ورتو تڏهن عربي سردار جي پنهي ڇوڪرن کي به ڪوٺي تان اڇلائي ماري ڇڏيائين. ماڻهن کيس پڪڙي انتهائي عذاب ڏئي ماري ڇڏيو پر سنڌس انتقام، جرئت ۽ هوشياريءَ جو اهو نتيجو نڪتو جو جن به عربن وٽ سنڌي

ماڻهو غلام ٿيندا هئا، تن ۾ سنڌي نوڪرن کي شهر مان نيڪالي ڏني ٻاهر ڪڍي ڇڏيو ۽ هي حڪم جاري ڪيو ته ڪو به شخص ڪين پاڻ وٽ ملازم نه رکي. اهڙيءَ طرح عربي سردارن جي غلاميءَ مان سنڌي ماڻهو نڪري ويا ۽ ان ڏينهن هي مثال مشهور ٿي ويو ته:

”مماليڪ سنڌ هرگز مملوڪي را مالڪ نه گرند“

سلطان محمود غزنوي کي سنڌ ملڪ جي ويجهڙائي جي جاٽ قبيلي جي ماڻهن ڏاڍو تنگ ڪيو هو تنهن ڪري هو خاص ڪري جاٽن سان درياهي لڙائي لڙڻ لاءِ روانو ٿيو. جاٽ اهڙي لڙائيءَ لاءِ تيار نه هئا تنهن هوندي به ۴ هزار ٻيڙيون آڻي سخت لڙائي ڪئي ۽ ڪيترائي وطن تان وارجي ويا.

سومرن جي دور ۾ سنڌي ماڻهو هندستان جي تمام وڏي سلطنت جي حاڪم علاؤالدين خلجيءَ سان مقابلو ڪندي مارجي ويا پر ڪڏهن به پنهن جي ملڪي داخلي سياست ۾ ڪنهن غير جي مداخلت پسند نه ڪئي. هن جنگ ۾ ڪيترن ئي سنڌي ٻانڪن ڪانسواءِ هندستاني لشڪر کي جهڪو سنڌ جي سرحد ۾ ٻهريون معرڪو وڙهڻو پيو اهو سنڌ جي ۵۰۰ سوالن سان وڙهه هئي. جنهن ۾ ويرم

پاهوڙ پنهن جي مريدن سان گڏجي ڏاڍا ڪٽي وڙهندو رهيو. حقيقت ۾ سنڌ جا اهي موالي هڪ قسم جا قوم پرست هئا جيڪي بعد ۾ شاهه عنايت جي سرڪردگيءَ ۾ قوم پرستي ۽ سامياواديت لاءِ پنهن جن ويرين ۽ ڌاريـن دشمنن سان جنگ ۾ مصروف عمل رهيا.

هندستان جي تمام وڏي شهنشاهيت جي آڏو هڪ ننڍڙي قوم انوقت به آڻ مڃڻ کان انڪار ڪيو هو جڏهن شهنشاهه محمد تغلق مٿس حملو ڪيو هو ۽ آخر شهنشاهه فيروز شاهه پنهن جي وزير اعظم خان. جهان کي اڪيلائيءَ ۾ گهرائي چيو: "هي ٺٽي (سنڌ) جا ماڻهو ڪهڙا آهن؟ آخر هي ڪهڙي قسم جا جوڌا آهن ۽ سندن وڙهڻ جو ڍنگ آخر ڪهڙو آهي جو حضرت خدا ٺگان مغفور (شهنشاهه محمد تعلق) سندن ملڪ تي حملي آور ٿيا ۽ شهنشاهه مرحوم پاڻ سندن ملڪ ۾ پهچي کين زير ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي پر هي ماڻهو مرحوم جي مقابلي لاءِ صفون ٻڌي بيهي رهيا ۽ حضرت جي تعبعداري قبول ٿي نه ڪيائون!!"

شهنشاهه محمد تغلق هن دنيا مان اهائي هڪ حسرت دل ۾ کڻي ويو ته هو سنڌ کي ماري مڃائي نه سگهيو، تڏهن شهنشاهه فيروز شاهه پاڻ

۹۰ هزار سوارن، ۳۰ هزار پيادن ۽ ۴۸۰ هاٿين سان سنڌ تي حملو آور ٿيو هو پٺاڻن، ازبڪن، راجپوتن ۽ ٻين ڇوند جنگي قومن جي ناميارن پهلوانن جي گڏيل فوج به سنڌ تي قبضو نه ڪري سگهي ۽ سنڌي سورهن، شهنشاه کي ٦ مهينا رڻ پٽن ۾ ايترو ته رلايو جو دهليءَ ۾ هل پئجي ويو ۽ سلطان ميدان ڇڏي گجرات ڀڄي ويو. سنڌين جي حڪمت عملين جو هندستاني فوج تي ايترو ته رعب طاري ٿي ويو جو جڏهن شهنشاه فيروز ٻيهر سنڌ تي ڪاهه ڪئي تڏهن هر رات سنڌس فوج جا ڪيترائي دستا وڃهه وٺي ڀڄندا رهيا. تاريخ نويسن جي لکڻي موجب هن حملي ۾ سلطان فيروز جون اکيون آسمان ۾ لڳل هيون ۽ هر گهڙيءَ غيبي امداد لاءِ پيئي پاڙايائين. هن بدايون، قنوج، اوڌ، جونپور، بهار، ترهٽ، ڀهوريا، ايرج، چنديري، ڌار، دو آبا، سامانا، ديپالپور، ملتان، لاهور ۽ ٻين ڀري ڀري جي علائقن مان بلڪل تازيون توانيون فوجون ۽ ساز سامان آندو پر وري به جڏهن کيس شڪست ملي ته شيخل اسلام صدرالدين ملتان وارو ۽ مخدوم جهانيان، اچ جي پير جلال شاهه بخاريءَ کي گهرائي، وچ آڻي صلح ڪري جان ڇڏايائين!

سمن جي دور ۾ قنڌار جون فوجون ۽ چڙ و چڙ گروهه وقت بوقت سنڌ تي حملا ڪري مال ماري، ماڻهو قتل ڪري، دولت لٽي، قري ويندا هئا. جنهن جي ڪري عام چوڻي ٿي وئي ته:

"جڏهن ڪڏهن سنڌڙي توکي قنڌارئون جوکو!"

انوقت سنڌ جي چانڊيا قبيلي هر نموني سان پٺي ٺڪرا ڪاڏا جن مان زنو بيگ ارغون سان ٽکر تاريخ جو هڪ مشهور واقعو آهي. غيرتمند چانڊيا قبيلي جي هڪ هزار نوجوانن، ٥٠٠ ڪاٺ جي پيتين ۾ ويهي، ڪستوري ڪٺي، پنهن جي سردار سريمڻ جي سپهه سالاريءَ هيٺ، واپاريءَ جو روپ وٺي، قنڌار تي چڙهائيءَ جو رخ رکيو ته جيئن پناڻن جي مخبرن کان بچي، دشمن جي وچ ۾ پهچي، حملو ڪري سندن اصل قوت کي ريزه ريزه ڪن. ۽ جڏهن هي چانڊيا قبيلي جا هڪ هزار ارڏا، اڙٻنگ ڪستوريءَ جي روپ ۾ وڃي دشمن جي مرڪز ۾ پهتا ته رات جو هڪ ئي محل پيتين مان نڪري اچي کهنگ قنڌار ۾ ماتم مچا ڇڏائون. تڏهن وڃي افغانن کي خبر پئي ته هي ڪستوريءَ جا واپاري نه پر اصل فوجي هئا!

سنڌ جي تاريخ ۾ منظم طور تي سنڌ جو لشڪر جام نندي جي وقت ۾ دولهه دريا خان جي قيادت ۾ شاه

بيگ ارغون جي لشڪر سان سنڌ کان ٻاهر بلوچستان
جي سرحدن اندر وچي ويڙهه ڪئي، جنهن
۾ شاهه بيگ جو پاءُ محمد بيگ مارجي ويو ۽ ارغونن
کي شڪست ملي.

مغلن جي دور ۾ چانڊيا، نومڙيا، انڙ ۽ سميجا
سنڌ جا اهي ٻاحيا قبيلا هئا جن هڪ رات به ڪين سک
جي سمهڻ نه ڏني.

ميرن جي دور حڪومت ۾ سنڌ جي وزير اعظم
نواب ولي محمد خان لغاري اهڙي ته هلت هلي جو
بهاولپور ۽ افغانستان جي نئين بادشاهه، شاهه
شجاع الملڪ طرفان سنڌ سان هٿ چراند ڪرڻ جي پنجو
اچي ويو ۽ نواب آف بهاولپور کي ڪنهن به شورش
ڪرڻ جي ضمانت لاءِ پنهنجي شهزادي رحيم يار
خان کي يرغمال طور حيدرآباد موڪلڻو
پيو ۽ شاهه شجاع شڪارپور مان نڪري ديره
غازي خان جي رستي واپس افغانستان هليو ويو.

امرڪوٽ جيڪو ان وقت جوڌپور جي
راجا جي قبضي ۾ هو، کي وري واپس وٺڻ لاءِ
نواب ولي محمد خان ۽ خيرپور جي گولو شاهه پنهنجن
لشڪرن سميت اچي عمرڪوٽ کي گهيرو ڪيو ۽
قلعي کي مختلف هنڌان سرنگهون هڻائي بارود
سان اڏائي ڇڏيو. آخرڪار قلعو فتح ڪري سنڌ
سان شامل ڪيو ويو.

سر چارلس نيپئر ١٨٤٢ع ۾ ميرن ۾ گهر و اٿيلٽ ڏسي چوڏون عهد نامو موڪليو جنهن موجب ڪراچي، ٺٽو ۽ بکر هميشه جي لاءِ انگريزن جي هٿ ۾ رکڻ، سکي جي هڪ پاسي راڻي وڪٽوريا جي مهر هڻڻ، سنڌ ۾ انگريزن جي واپار تان ٽيڪس معاف ڪرڻ ۽ سنڌو نديءَ جي ٻنهي ڪپن تي هڪ سئو والن جي زمين انگريزن کي ملڻ جو فيصلو ڪيل هيو. هن عهد نامي تي مير نصير خان لاچار ٿي صحيح ڪئي. ۽ سنڌين بغاوت ڪري ميجر آئوٽرام جي چانوڻي تي ڪاهه ڪئي ۽ آئوٽرام مشڪل سان جان بچائي، سرچارلس نيپئر وٽ وڃي نڪتو!

جڏهن سنڌ جي مکيا شهر ملتان جي حڪومت شيخ يوسف (متولي شيخ بهاءُ الدين ذڪريا) جي هٿ ۾ آئي تڏهن لانگاهه قوم جي سردار راءِ سهره کيس حڪومت ڇڏائڻ گهري. ان خيال کان شيخ يوسف ڏي پيغام موڪليائين ته،

”جڏهن اسين وڏڙن کان وٺي اوهانجي سلسلي جا معتقد ۽ مريد آهيون تڏهن اهو ٺيڪ بهتر آهي ته اسان جي لانگهه قبيلي تي مهر جو هٿ رکو.“ ۽ پوءِ پنهنجي هڪ ڌيءَ جو سگ به ڏنائين. راءِ سهره ڌيءَ سان ملاقات ڪرڻ جي بهاني وقت بـوقت

وڃي حڪومتي رازن کان واقفيت حاصل ڪندو
هيو. پر شيخ يوسف به ڪيس ملتان شهر ۾ منزل
ڪرڻ نه ڏيندو هيو. ۽ شهر کان ٻاهر تنبوءَ ۾
خيمازن ڪرائيندو هوس. هڪ دفعي راڻ سهره
پنهنجي سڄي قبيلي کي ساڻ ڪري ملتان آيو ۽
شيخ يوسف کي پيغام موڪليو ته مان هن دفعي
قبيلي سان آيو آهيان انڪري پنهن جن عقيدت مندن کي
ديدار ڪرايو - ان ڪانپوءِ راڻ سهره خفيه طور تي
چيلي کي ڪهي سندس رت جا گلاس پيئي ڏي ۽
سان ملاقات ڪرڻ جي بهاني ويو ۽ اتي ڪٺي رت
جون گرڙيون ڪيائين ۽ تڙپندي تڙپندي شيخ آڏو
خواهش ظاهر ڪيائين ته ڪيس وصيعت ڪري ڇڏي آهي
انڪري سندس قبيلي جي پين عزيز خويشن کي
گهرايو وڃي - راڻ سهره جي هوڙي خراب
حالت کي ڏسي شيخ يوسف لانگاهه قبيلي کي شهر ۾
گهرايو. جڏهن راڻ سهره ڏٺو ته سندس ڪافي
ماڻهو قلعي ۾ اندر پهچي ويا آهن تڏهن شيخ يوسف
جي خلوت گاهه تي قبضو ڪري ورتائين ۽ ڪيس
ملڪ نيڪالي ڏيئي ملتان فتح ڪري ورتائين
۽ پاڻ قطب دين جو لقب اختيار ڪيائين -
جنوري ١٨٤٣ع ڌاري سر چارلس نيپئر ،

مير علي مراد کي خيرپور جي گدي تي ويهاري
حيدرآباد طرف چڙهائي شروع ڪئي ڇاڪاڻ ته
مير رستم خان ۽ ۽ سندس رفيقن حيدرآبادي ميرن
وٽ پناهه ورتي هئي. حيدرآباد ۾ ميرن ياران خسرو
بيگ ۽ هڪ ٻيو ڄڻو سر چارلس نيپئر ڏانهن جنگ
جي خطري کي ٽارڻ لاءِ روانا ڪيا ويا هو نيپئر کي
پريءَ جي شهر وٽ گڏيا ۽ ملاقات دوران نيپئر سان
خسرو تکو منهن ٿيو ۽ کيس چيائين "نيپئر صاحب
سنڌ ڪو حلوو ناهي جو آسانيءَ سان کائي ويندين"
ڪجهه وقت ڪان پوءِ جڏهن سنڌ فتح ٿي وئي ته
نيپئر بازار مان حلوو گهرائي ڏاڪون ۾ ڏڪي هڪ
خاص ماڻهو هٿان خسرو بيگ ڏي موڪلو جيڪو
ميرن سان گڏ نظر بند هو. نيپئر اهو به چوايو ته:
"مون حلوو کاڌو آهي پر توڏي به ڪجهه موڪليان
ٿو." خسرو بيگ موڪليل حلوو کڻي هڪ ڪتي
جي آڏو ڦٽو ڪيو ۽ نيپئر کي چوائي موڪليائين ته:
"جو حلوو جنهنجو مرڪ هيو تنهن کي ٻچي ويو
۽ ان کائي ڇڏيو، باقي جنهن حلوي جو پريءَ ۾
مون ذڪر ڪيو هيو تنهن مان مراد سنڌين جي دلين
تي حڪومت ۽ سندن محبت جي حاصلات هئي.
ليڪن اها چيز ڌوکي ڪڏهن به نصيب نه ٿيندي."

انگريزن ۽ حيدرآباد سرڪار جي وچ ۾ ٻهروون

لڪر مياڻيءَ ۾ نه پر شڪارپور ۾ ٿيو هو. انگريزن
پنهنجي چاڙتي مير علي مراد جي فوج هٿان
حيدرآباد فوج کي شڪارپور مان ٻي دخل ڪرڻ
لاءِ مهم شروع ڪئي ۽ ڇهتي واٿي کين اهڙي
سيکت ڏني جو خود انگريزن جا ايجنٽ خارج ڪيا
ويا. انگريزن سنڌ فتح ڪرڻ پيري کيس بي شمار
عهدا ۽ لالچون آڇيون پر هن چيو ته:

"مرسون مرسون پر ڏيءُ نه ڇرسون."

نواب ولي محمد جو پٽ نواب احمد خان انگريزن
جو سخت دشمن هيو. هو پهريون شخص هيو جنهن
پيش قدمي ڪري انگريزن جي ريزيڊينسيءَ تي حملو
ڪيو ۽ انهيءَ اڏي کي تباهه ڪري ڇڏيو. مياڻيءَ
جي شڪست بعد به پيش نه پيو ۽ باقي فوج کي
سنڀالي ڊالي ۽ ڪونهيري واري ويڙهين ۾ وڙهيون.
اتر سنڌ ۾ وڃي فوجون گڏ ڪري پنجاب تائين مدد
حاصل ڪرڻ لاءِ هليو ويو جنهن ڪري انگريزن کيس
بي شمار تحفا آڇيا، ايلچي موڪلي کيس بار بار
موٽائڻ تي زور ڀريو ۽ جڏهن مايوس ٿي نواب سنڌ
واپس آيو ته هو لکها روپين جي دولت ۽ جاگيرن
وٺڻ بجاءِ مطالبو ڪيائين.

"سنڌي قيدين کي آزاد ڪريو."

پير صبغت الله شاهه پاڳاري جي منظم

"حر جماعت" ١٨٩٦ع ۾ وجود ۾ آئي. حر جماعت سانگهڙ جي مشهور ڳوٺ "مکيءَ" کي پنهنجو مرڪز بڻائي هڪ ننڍڙي آزاد حڪومت بڻائي جو اعلان ڪيو جنهن جو بادشاهه بچو خاصخيلي، وزير پيرو وسان، ڪوتوال خميسو وسان ۽ مير منشي قتلو قاضي مقرر ٿيا. ۽ باقي ٨ ڄڻا ميمبر طور کنيا ويا. مصري ڳاهو، پيلو ڳاهو، سومار ڳاهو، عثمان هنگورو، رائو وسان، تيگيو چانگ، گلو موچي ۽ عيسو ڏاهري، آزاديءَ جي انهن پروانن ۽ سندن ساٿين مکي ڍنڍ جي ٢٠ هزار چورس ميلن جي ايراضيءَ ۾ آزاد حڪومت قائم ڪري انگريز سرڪار جي رنڊڻ ۾ رولو وجهي ڇڏيو.

سندن مقابلي لاءِ پهرين جو لا سنگهه سک پلٽڻ وٺي آيو پر گلو موچيءَ جي پولادي بهرم بڙي جي ميلي ۾ گوليءَ جو شڪار ٿي ويو. بعد ۾ هزارن جي تعداد ۾ انگريز فوجن مکيءَ کي گهيرو ڪيو جن جو ڪمانڊر اسٽيل هيو ۽ مددگار ضلعي جو ڊي - سي لمبوڪس هيو. هنن مسلسل ٢ سال عوام تي ڪيس ڪيا پر مجاهدن جي ميدان ۾ هڪ انچ به داخل ٿي نه سگهيا. اهو قصو ايستائين جاري رهيو جيستائين سندن سالار اعظم پير پاڳاري گرفتار ٿي کين پيغام موڪليو ته "يا اچي سرڪار کي پيش ٿيو يا وڙهي شهيد ٿيو."

سنڌ جي دليري جي اها انتها هئي جو صبح جو پير پاڳاري کي تخت دار تي چاڙهيو ويو، ان رات هڪ انگريز آفيسر سائين شطرنج راند کيڏڻ ويٺو ته کيس هڪ راند به ڏئي نه سگهيو!

سنڌ جي هنن عظيم سورمن "حرن" تي ڪئي ڪئي ظلم ڪيا ويا، ليڪن هتراڏو جيلن ۾ سورن خاندانن سميت قيد ڪيو ويو. ايتريقدر جو حرن جي اسپيشل ڪمشنر لئمبرڪ هڪ پريس ڪانفرنس کي حيدرآباد ۾ ٢٠ اپريل ١٩٤٦ع تي خطاب ڪندي ٻڌايو ته نوابشاهه، کپري، ميرپور خاص، ٽنڊو، سنجهوري، جروار، شهدادپور ۽ جهول جي ائين لوڙهن ۾ ٢٥٠٠ حر ڪئمپ رهن ٿا."

هند سنڌ کي آزاد ڪرائڻ جي مسلح جدوجهد جي تمام وڏي سگهاري تحريڪ "آزاد هند فوج" ۾ سنڌي ماڻهو به هوندا هئا ۽ وڏن عهدن تي به فائز هوندا هئا. ١٧ اپريل ١٩٤٦ع تي آزاد هند فوج جو ميمبر نارائڻ داس منسڪاڻي ملتان ڪيمپ جيل مان آزاد ٿي ڪراچي ۾ پهتو. آزاد هند فوج جو هي ٻهريون سنڌي ميمبر هو ۽ ام ٽي - ٥ ڪئمپ جو ڪمانڊر هو.

سمن جا مکيه قبيلا آڳاٽي وقت کان وٺي سنڌ جي وچولي ايراضي ۾ رهندڙ هئا. ٨ صدي عيسوي

جي شروعات ۾ محمد بن قاسم جي فتح وقت "ساوندي سمه" يعني سمن جي ساوڙي سمن جو مکيه مرڪز هئي- ٦٠٠ ورهيه کان پوءِ ١٤ صدي عيسوي جي وچ ڌاري سمن جي طاقت جو عروج جام انڙ سان ٿيو جنهن پوريائين سيوهڻ تي قبضو ڪيو هو. جام انڙ يقيني طور تي سمن جي انڙ برادريءَ جو سردار هيو ۽ سمن جي نسب ناميءَ مان معلوم ٿئي ٿو ته انهيءَ برادريءَ جو سردار هيو ۽ سمن جي نسب ناميءَ مان معلوم ٿئي ٿو ته انهيءَ برادريءَ ۾ گهٽ از گهٽ ٥ مکيه قبيلا انڙ، ڏاهري، ساند، ساريا ۽ ڪيريا شامل هئا. سمن جي حڪومت ختم ٿيڻ بعد به اهي قبيلا ڪافي طاقتور هئا ۽ ارغونن، ترخان ۽ مغلن جي علائقائي گورنرن، سپهه سالارن ۽ فوجين سان سندن مقابلا ۽ معاهدا ٿيا. جيڪا ته تاريخ مظهر شاهجهاني موجب جڏهن ڌارئي حڪومت جون فوجون زور سان کين مطيع ڪري نه سگهيون ته ساڻن معاهدو ڪري امن امان قائم رکيائون.

راهه گهرائي جي حڪومت ١٤ صدي کان

* موجوده سمن ساوڙي واري اراضي، جيڪا تعلقي نوابشاهه ۾ آهي.

شروع ٿي ۽ ، صدي جي شروعات تائين قائم رهي. انهن ٣٠٠ ورهين ۾ سنڌ ۾ حڪومت جي ذريعي سنڌ ۾ سياسي مرڪزيت جو هڪ دارو پيدا ڪيو. راءِ گهراڻو سنڌ جي سمن جي خاندان مان هو. راءِ چگل، راءِ سيهڙو ۽ سامڙ، راءِ سهسين هن گهراڻي جا نالي وارا حاڪم هئا. ايران سان سياسي ۽ سماجي ناتن سببان هن گهراڻي جي سردارن ۾ ڄام (جام) (جم) جي لقب جو رواج پيو *

سنڌ جي هن اصلوڪي گهراڻي جا ڪيترائي قبيلا دنيا جي مختلف ملڪن ۾ وڃي آباد ٿيا آهن. سائبيريا يا فن لينڊ ۾ هن وقت جيڪي سمو ئيڊس (SAMOYEDAS) آهن سي به اصل ۾ سمايدو آهن. يعني هي سما راجپوت آهن جيڪي اصل ۾ يادو ونسي (جادو ونسي) ڪل مان آهن. سنڌ ۾ سومرن کان پوءِ جن سمن راڄ ڪيو سي به سما راجپوت هئا ۽ انهن ساڳي جادو ونسي ڪل مان هئا. * خود گرنار ڪوٽ جو حاڪم راءِ ڏياچ به سنڌ (ننگر ٺٽي) جي چوڙا سما راجپوتن مان

---

* سنڌي ٻولي ۽ ادب جي تاريخ - ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ص ٢-٣١

TOD'S RAJASTAN VOL: 1, P: 68

هو ٺهوڪري شاهه لطيف به ڪيس ڄام (جادو ونسي) ڪري سڏيو آهي.

پسي وات پر ٺهو - سند و ڄام جوءِ -

سنڌ جي حاڪم ڄام تماچي جي پاڻتي ڄام اوڏي جي پٽ ڄکري کي به شاهه لطيف ڄا ڏم ڄکرو سڏيو آهي. ڄاهڪاڻ ته سنڌ جي تاريخ، ڄاگرافي، ٻولي ۽ تهذيب جي سند شاهه لطيف کي اهاسڏ هئي ته سما راجپوت جي جادوءَ ونسي ڪل مان هئا.

سنڌ جي اعلوڪي گهراڻي جي وڏي مدبر ۽ سورهيه حاڪم، ڄام ننڊي جي وفات ڪري وڃڻ بعد سندس پٽ ڄام فيروز تخت ڏني ٿيو. سنڌ جي گادي ان وقت ٺٽي ۾ هوندي هئي. ٺٽو ۾ صدي کان وٺي ۱۱ صديءَ تائين سنڌ جي ٻاهرين واپار جو مرڪز رهيو. پنجاب ته سوڙي ٻين اتر وارن ملڪن جا ونهيا واپاري ٻوندين ۾ مال ڍوئي ڪٺي ايندا هئا. هاڻي ته ٺٽو سمنڊ جي ڪناري کان ڪجهه مفاصلي تي آهي پر سنڌوءَ جي دوآبي ۾ رکي جيڪا ڦير گهير ايندي هئي ۾ سمنڊ کان ايندڙ واري کارين ڄامنهن بند ڪري ڇڏيندي هئي، انڪري سنڌ ۾ سمنڊ وارا بندر به هنڌاڏتا نه هوندا هئا. انهيءَ ڪري انهيءَ زماني

۾ واپار جو مرڪز ھجڻ ڪان ٺٽو ...ر ڪھڙو
ڪھڙو وڃڻو ھيو ڇو نہ انھيءَ ۾ ڦير ڦار جو
امڪان نہ ھوندو ھيو. انھيءَ ڪري واپاري،
مال جي مٽا سٽا، ٺٽي شھر ۾ ڪري، پوءِ پنھن
جي ملڪ ڏانھن اسھندا ھئا.

ڄام فيروز جي وقت ۾ سنڌ جي عظيم امور ھم
سرويچ نواب دولھہ دريا خان جي وڌندڙ شھرت
کي ڏسي، وطن دشمن غدار ٽولن، ڄام فيروز
وٽ سنڌس خلاف ڪَلهائون شروع ڪيو. ھنن
ڪجھہ ڪُوھہ ۾ ڄام فيروز کي سمجھايو تہ: "سنڌ
جي ماڻھن تي ھن غلام شخص جو وڏو اثر آھي.
سنڌس بادشاھي تختي کي اونڌو ڪرڻ لاءِ ھو
جتن ڪري رھيو آھي! انڪري سنڌس اقتدار کي
ختم ڪرڻ جي لاءِ ارغونن ۽ مغلن کي دعوت
ڏجي تہ پل ھو اچي سنڌس دماغ ٺيڪ ڪن." ھن
صلاح ڪان پوءِ ڪيترن ئي مغلن کي سنڌ ۾ آباد
ڪري ڪين "مغل واڙو" ٺھرائي ڏنو ويو. ھنن
مغل سردارن، پٺاڻن سان ناتا ڳنڍڻ جي نالي ۾
سنڌ جي سلطان مرزا ماچيائي ۽ قاضي قادن کي
ٻہ دفعا خراسان جو خفيا سير ۽ ڪرايو ۽ اهڙيءَ طرح
سنڌ تي حملي جو مڪمل متن تيار ڪيو ويو.

قاضي قادن سما- ارغون دور جي مشھور ۽
معروف عالمن مان ھيو. قرآن جو حافظ، تفسير،

تصوف، شاعري ۽ علم الات (ڪلن ڌاڙن جو علم) ۾ پڙهيو.

سنڌي ٻوليءَ ۾ شاعريءَ جو پهريون ڪتڪو سنڌس ئي ٻيتن جو مليو آهي. جيڪو تازو ئي ڀارت جي سنڌي اديب هيري ٺڪر هريانا صوبي جي ضلع ڀواني جي ڪوٽ راڻيلا ۾ دادو- پنٿي پيگمت هريداس جي مٺ (مڙهي) مان هٿ ڪيا آهن.

سنڌ جو هي وڏو عالم ٨٨ ورهين جي عمر ۾ ١٥٥١ع ۾ وفات ڪري ويو. انهيءَ لحاظ کان سن ١٤٦٣ع کي سنڌس ڄمڻ جو سال سمجهي سگهجي ٿو.

سنڌ جي هن مکيه غدار جي سازشن جي ذريعي شاهه بيگ ارغون کي هڪ دفعو ٻيهر سنڌ تي راتاهي هڻڻ جو موقعو مليو ۽ هو سڌو سنئون بکر جي قلعي تي چڙهي آيو. هن قلعي جي نگهباني جو فرض قاضي قادن جي سپرد هيو، جنهن ڪنهن به مزاحمت کان سواءِ شهر جون ڪنجيون سنڌن حوالي ڪري ڇڏيون * بکر جو قلعو سنڌ جي فتح جو دروازو هيو جنهن کي ختم ڪرڻ سان اڳيءَ جبل تائين سنڌ جو وڏو حصو ڌارين جي هٿن ۾ اچي ويو. قلعي

---

* طبقات اڪبري جلد ٣، ص ٥١٧

تي ڪاهه پيري صرف ڪن چند ڏهرين مزاحمت ڪئي
پر آخر اهي به قيد ڪري ماريا ويا.

بکر جي قلعي تي قبضي ڪانپوءِ ارغونن
لشڪر اڳتي وڌيو ۽ شاهه بيگ ارغون لاڙڪاڻي
جي چانڊڪا علائقي تي قبضو ڪري باغبان ڏانهن
هليو، جتي جي ماڻهن کان اطاعت وٺي ماڇين
جي سيني ماڻهن کي قتل ڪري سندن مال ملڪيت
ڦري، قلعن ۽ گهرن کي ڊاهي پٽ ڪري ڇڏيو*
۽ پوءِ ٺٽي اچي پهتو. ٺٽي شهر کي ڏسندي ئي
پٺاڻ لشڪر بکين بگهڙن وانگر ڪاهي، خوب
خونريزي، ڦرلٽ ۽ زنا ڪاري ۾ لڳي ويو.
٣ ڊسمبر ١٥٢٠ع ۾ قبضو ڪري پورا ڏهه ڏينهن
شهر جي جوين کي لٽيندو رهيو. هن فتح پيري
قاضي قادن ارغون لشڪر جو همراهه هيو. ٺٽي شهر
کي ايترو نه بي دردي سان ڦريو ويو جو خود
قاضيءَ جا ٻار ٻچا به ان جي نظر ٿي ويا. پوءِ نه
قاضي چرين جيان گهٽين ۾ پنهن جا ٻار ووڙيندو
رهيو. آخر شاهه بيگ ارغون سندس خدمتن کي مد
نظر رکي ترڪش مان تير ڪڍي سندس حوالي ڪري
سپاهين کي حڪم ڏنو ته سندس ٻار ٻچا ڪيس
موٽائي ڏنا وڃن ۽ جنهن به ماڻهوءَ ڏانهن

* تاريخ معصومي ص: ١٢٧ -

اشارو ڪري ته ڪيس سنڌس حوالي ڪيو وڃي !

ارغون، ٺٽي ۾ عيش عشرت ڪري قاضي قادن جي رهنمائيءَ ۾ سيوهڻ روانا ٿيا جتي اڳ شهر خالي ڏنائون ۽ باقي اڳ ته سنڌن مقابلو ٿي نه ڪيو. اهڙيءَ طرح ارغونن پنهنجي رياست جو پهريون شهر فتح ڪري ورتو، چاڪان ته قاضي قادن جي ضمانت تي ڄام فيروز ۽ مرينا ماڇياڻي شاهه بيگ ارغون جي آڏو پيش پئي 'امن جون ڳالهيون' هلائي سنڌ جو پهريون درهاڳو ڪيو هو. جنهن موجب سيوهڻ کان مٿي سنڌ ارغونن وٽ ۽ لڪيءَ کان هيٺ سمن جي هٿ رهڻي هئي ۽ اهڙيءَ طرح قاضي قادن کي سما- ارغون رياست جو چيف جسٽس ڪيو ويو هو.

سنڌ جي بادشاهه ۽ قاضي قادن جي بزدلي ۽ غداري سبب سنڌ جو غيرت مند عوام دولهه دريا خان جي پٽن ڄام محمود، ڄام مٺل ۽ راڻي رٺمل جي هٿ هيٺ ٺلتيءَ ۾ گڏ ٿيڻ لڳو. انهيءَ مشڪلات تي قابو پائڻ لاءِ شاهه بيگ ارغون ڀرپور حملي ڪرڻ خاطر ڇهه هزار گهوڙيون تيار ڪرڻ جو حڪم ڏنو ۽ قاضي قادن کي پنهنجي مشيرن سان گڏ مخدوم بلاول ڏانهن 'امن جون ڳالهيون'

ملائڻ واسطي سفير ڪري موڪليو. قاضي قادن اچا جهڙا ڪئي مخدوم بلاول سان ملاقات ڪئي، پر سنڌ جي هن سدا حيات سورهيه سر ونج ڪين صاف صاف ٻڌائي ڇڏيو ته ڌارين جي هٿ هيٺ رهڻ کان مري وڃڻ سٺو آهي! سنڌ جي سورهيه مخدوم بلاول جو اهو جواب اسپين جي ابل حسن وانگيان هيو، جنهن کان جڏهن عيسائي بادشاه جو قاصد خراج وٺڻ آيو ته کيس چيو هئائين ته:

”پنهن جي بادشاه کي وڃي ٻڌاء ته جيڪي بادشاه خراج ڏيندا هئا سي مري ويا آهن. هاڻ اسان جي ضرب خاني ۾ سونن سڪن بجاء تيز تلوار ۽ نيزا ڍاهيا ويندا آهن.“

سنڌ جو غدار قاضي قادن پوءِ چار ماڻهو ڄام محمود کي ارغوني حڪومت سان وفادار ۽ قومي جنگ ۾ غير جانبدار رهڻ جي تلقين ڪرڻ واسطي روانو ٿيو پر محب وطن ٻيءَ جي غيور ڄڻن کيس چوائي موڪليو ته:

”اسان تنهنجو منهن ڏسڻ به پسند نه ٿا ڪريون“

سنڌ جي تاريخ جو هيءُ وڏو غدار جڏهن اهڙا ڪيترا جواب ٻڌي شهر کان لنگهي رهيو هو ته سنڌ جي ٻارڙن کيس غدار، غدار سڏي خوب پٿر هڻي بي عزتو ڪري موٽائي موڪليو.

شاهه بيگ ارغون جو پٽ شاهه حسن پيءُ جي
چوڻ تي سڄي سنڌ کي تاراج ڪري غلام بڻائڻ لاءِ
فوجي چڙهاين ۾ هڪ طرف مصروف هو ته ٻي
طرف قاضي قادن ٺٽي جي وچ ۾ پيغام رسانيءَ
جا فرض پڻ پورا ڪيا. ان کان سواءِ پنهنجي طاقت
کي وڌائڻ ۽ سنڌين کي دٻائڻ جي لاءِ قاضي قادن
جاسوسي سرگرمين ۾ پڻ ملايون جنهن سبب کيس
وڏن وڏن انعامن ۽ اڪرامن سان نوازيو پڻ ويو!
پوءِ جڏهن شاهه بيگ سيوهڻ کان ٿيندو بکر آيو
ته قاضي قادن بکر کان ٻي منزلون اڳتي
وڃي سندس پرجوش استقبال ڪري مختلف
انعام حاصل ڪيا.

شاهه بيگ ارغون بکر کان ڦري سکر آيو جتي
فاضل کيس سياسي صورتحال کان واقف ڪري ٻڌايو
ته هن ڌاريجا قبيلي جي ٤٢ چڱن مڙسن کي هٿ
ڪيو آهي. ان وچ ۾ قاضي قادن به دربار ۾ اچي
قدم بوسي ڪري شهر جي ڪن چڱن مڙسن سان
شاهه بيگ کي ملايو جن ۾ سندس پاڙ ۽ ڪجهه ٻيا مائٽ
به شامل هيا! شاهه بيگ ڌاريجا قبيلي جي سنڌ ڌرتيءَ جي
لاءِ وڙهيل جنگين جي سڄي روئداد ٻڌي قاضيءَ ڏانهن نهاريو
جيڪو ڄڻ ته مڪاني ڳالهين بابت هر ڪنهن صلاح مصلحت
جي لاءِ جوابدار هو! قاضي قادن ڌارين کي سنڌين بابت

جنهن طريقي کي اختيار ڪرڻ جي صلاح ڏني اها وطن دشمني ۽ اهل وطن سان تمام وڏي غداري جو هڪ اهڙو ته مثال آهي جنهن تاريخ ۾ ڪيس داغدار بڻائي ڇڏيو آهي. هن نهايت ئي لطيف نموني ۾ جواب ڏيندي ڌارئي حڪمران کي چيو:

"حضور والا - سنڌ هڪ سيلابي ملڪ آهي جتي ڪانڌيرا تمام گهڻا ٿيندا آهن. انهيءَ جي ڪري سندن صفائيءَ واسطي هميشه چنجوڙ هٿ ۾ رکڻ کپي!"

قاضيءَ جي انهيءَ صلاح بعد شاهه بيگ ارغون مير فاضل جي پٽ محمد خان کي حڪم ڏنو ته ڌاريجا قبيلي جي اڳواڻن کي هڪدم قتل ڪيو وڃي، جنهن تي هوائي وقت ئي بکر جي قلعي ۾ داخل ٿي ويو ۽ سندن سسيون لاهي انهيءَ برج جي قلعي مان ٻاهر اڇلائي ڇڏيائين جيڪا اڄ ڏينهن تائين ساڳي ئي هنڌ بکر ۾ 'خوني برج' جي نالي سان مشهور آهي!

شاهه بيگ ارغون جي مري وڃڻ کان پوءِ سندس پٽ شاهه حسن ملڪ جو والي ٿيو ته هيءَ به موروثي حق موجب بکر جو قاضي ٿيو ۽ بعد ۾ پيريءَ جي خيال کان انصاف جو ڪم پنهنجي پاءُ قاضي نصرالله جي حوالي ڪري پاڻ گوشا نشين ٿي ويو!

قاضي قادن پنهنجي سان ملي، سنڌ تي فتح جو مڪمل متن لهائي هر ننڍي وڏي حملي ۾ سائن گڏ

رهي، ديش دشمن کي صلاحون ڏني، مقامي ماڻهو لاچاءِ ڄاڻي، جاسوسي ڪري قومي بيعزتي ۽ جو ثبوت ڏنو! هي ۽ تاريخ جو وڏو الميو آهي جو قاضي قادن جهڙي جيد عالم، فاضل، اديب ۽ شاعر جي منصب تي اهل فاضل شخصيت ڏارين جي اقتدار جي ڇانئٽ کي ڇڏي پنهنجي ئي وطن کي غلامي، قتل ۽ غارتگري ۽ جي ڏينهن ۾ ڦاسائي ڇڏيو! حالانڪ دنيا جي تاريخ اهڙن اديبن جي ڪارنامن سان ڀري پئي آهي جن پنهنجو سڀ ڪجهه ڏن، دولت، سر ۽ ساهه اباڻي سر زمين تان گهوري ڇڏيو مثال جي طور:

١- دنيا جي ظالم ترين حڪمران نيرو "اگرين" شاعر جي ڪچي ۽ تي خنجر رکيو پر پوءِ به منڊس زبان مان اهو ئي اڪلائي سگهيو ته "اي نيرو! تون دنيا جو سڀ کان وڏو ظالم ۽ بد بخت ماڻهو آهين!"

٢- ڪامريڊ سپارا و انقلابي ليکڪ هو. منڊس ناتڪ جڏهن اسٽيج ڪيا ويا ته انهن مان پروڊيوسر لکها روپيا ڪمائي ورتا. فلمي دنيا وارن ڪيس لکها روپيا ڏين جون آڇون ڪيون پر هو سڀ ڪجهه ٺڪرائي انقلابي ڪم ۾ مشغول رهيو.

٣- مولانا صلاح دين احمد رائٽرس گلڊ ۾ ان لاءِ شامل نه ٿيو جو اها ايوبي آمريت جي پيداوار

هئي. حمايت اسلام جي هڪ سالياني اجلاس ۾ مارشل محمد ايوب خان جي صدارت ۾ سندس جي خلاف ٺي هڪ زبردست مقالو پڙهيائين.

۴- ايران جو مشهور شاعر مرزا صائب اصفهاني وطن پرست ۽ خود دار هيو- هو ايران کان ڪڏهن به ٻاهر نڪرڻ گوارا نہ ڪندو هيو. ڪشمير جو شاعر ابو طالب ڪليم، ڪشمير جي حسن تي اهڙو تہ فدا هيو جو مرندي وقت به ڪشمير کان جدائي گوارا نہ ڪيائين. ۽ سنڌ جي شاعر ڄام نندي کي ڇڏهن نادر شاهہ بطور "عدل" جي پاڻ سان گڏ وٺي ويو تڏهن به سنڌ جو هي سپوت اتي بند ۾ ئي مري ويو پر خوشامد ڪرڻ قومي روايتن جي خلاف سمجهي معافي وٺي پوئتي نہ موٽيو.

پر ٻي طرف سنڌ جي سوداگر قاضي قادن ارغونن جا اهڙي طرح پير ڏوئي پيتا جهڙي طرح پنجاب ۾ مهاراجا ڪشمير، مهاراجا پٽيالا، مهاراجا جيند، مهاراجا نابا ۽ ٻيا ننڍا وڏا حڪمران ۽ رؤسا خود پنهنجي ئي ملڪ جي پيرن ۾ غلاميءَ جا زنجير وجهڻ لاءِ انگريزن جي پشت پناهي، امداد ۽ اعانت ڪري رهيا هئا يا جيئن جمون جي حاڪم گلاب سنگهہ ڏوگره لڙائيءَ ۾ ڪو بہ حصو نہ وٺي انگريزن سان لڪل سمجهوتو ڪري، پهاڙي علائقو هڪ ڪروڙ روپين جي معاوضي ۾ سندن حوالي

ڪري ١٦ مارچ ١٩٤٦ع تي چئو ن، ڪشمير ۽ هزاره جو سودو ڪيو. امرتسر ۾ جڏهن ان عهدنامي تي صحيح ٿي ته گلاب سنگهه گورنر جنرل جي روبرو ٻئي هٿ ٻڌي عرض ڪيو هو ته هو انگريزن جو زر خريد ڪيل غلام آهي.

## ارغون، ترخان ۽ مغل دور جون خرابيون :-

١- اسپين ۾ عربن جي فتح کان پوءِ ڪيئي عيسائي عرب فوج ۾ شامل ٿيا هئا ۽ عربي ادب ۾ لکڻ ۽ پڙهڻ لڳا هئا. هو عام طور به عربيءَ ۾ ڳالهائڻ لڳا ۽ عربي رسم رواج ۽ عادتون اختيار ڪرڻ لڳا هئا، تيئن هنن ڏارين به سنڌين جي ٻوليءَ کي ريتڻ شروع ڪيو ۽ هتي سنڌي ڪتبخانن کي ساڙائي ڇڏيو. جيئن ڪنفيوشس کان ٢٠٠ سال پوءِ سن خاندان جي هڪ فرمانروا شي هوانگ تي (شهنشاهه اول) جنهن چين جي رياستن کي هڪ مرڪزي اقتدار هيٺ منظم ڪيو هو، ڪنفيوشس جون سموريون تصنيفون نذر آتش ڪرايون هيون ڇاڪاڻ ته شي هوانگ ٿي نه پيو چاهي ته سندس عهد کان اول جي تاريخ زنده رهي! ساڳيءَ طرح هنن ڏارين به سنڌي لکڻ ۽ پڙهڻ تي مڪمل بندش وجهي ڇڏي ۽ دفترن ۽ مڪتبن ۾ سنڌيءَ جي جاءِ تي پارسيءَ کي رائج ڪيو. مزاحمت ڪندڙ

سنڌي استادن ۽ شاگردن کي سر عام ڦاسين تي ٽنگيو ويو. ڌارين جي ثقافت، ٻولي، ۽ طرز حڪومت ۽ اثر ويٺي وچ ايشيا مان اندل هئي جنهن جي ڪري سنڌين جي جبلتا نفسياتي حالت تي ان بابت پير حسام الدين راشدي ۽ جي لفظن ۾:

"ملڪ جا سڀئي قلعا وسنديءَ وارا واهڻ ۽ وستيون، مال ملڪيتون، مطلب ته سڄو ارڪو ترڪو ڌارين جي قبضي ۾ اچي ويو جن جي نه ٻولي تي سمجهه ۾ آئي ۽ نه سنڌن اٿڻ ويهڻ، چال چلت، رهڻي ڪهڻيءَ مان هتان جي ماڻهن کي ڄاڻ سڃاڻ هئي" *

٢- سنڌ جي تواريخ جا اڻمٽ سو ڊا جهڙوڪ: نواب دولهه دريا خان، ڄام محمود، ڄام ننڍ، شاه عنايت، مخدوم بلاول، راڻو رتمل، سارنگ سهتو ۽ ٻيا ڪئي شهيد ڪيا ويا.

ماڇي قبيلي جي آزاديءَ جي جذبي کان خائف ٿي سنڌن قلعي ۽ گهرن کسي کو ٿائي ڊير ڪيو ويو ۽ ننڍي ۾ ابتر و ته رت وهايو ويو جو مرن تائين پير رت ۾ ٻڏي ٿي ويا. بلوچن جي ٤٧ گوڻن کي صرف ان لاءِ تيغ ۽ اجل جو لقمو بنايو

* مير معصوم بکري ص: ٦٣

ويو جو هو ڌارين حڪومت جي لاءِ خطري جو باعث بڻيل هئا. چانڊيا قبيلي جا هر هند قتل تمام ڪيا ويا ۽ ڪئي شهيد ڪيا ويا. ماڇي، ڌاريجا ۽ سهتا آزاديءَ جي لاءِ هزارن جي تعداد ۾ وڙهندي مارجي ويا. اهڙيءَ طرح ايترو ته ظلم ۽ تشدد ڪيو ويو جو خود ميان عبدل ملڪ وزير هندستان چيو ته: "سنڌ ۾ ڪهڙو فتنو پيدا ٿيو آهي؟ ڪهڙي بلا نازل ٿي آهي؟ معلوم ٿئي ٿو ته ڪا قيامت آئي آهي! اها سنڌ، جيڪا دنيا جي لاءِ امن ۽ امان جي جاءِ آهي، آءٌ ٿو ڪي ڇا ٻڌايان ته ان جو ڇا حال ڪيو ويو آهي. انجو هر گهر تباهه ٿي، زمين دوز ٿي ويو آهي ۽ هر عزت واري جي آبرو لٽجي وئي آهي!"

٣- هن ارغون ترخان دور ۾ سنڌ واسين سان وڏيون عقوبتون ٿيون. شاهبيگ جي پٽ شاهه- حسن جا بکر، اچ ۽ ملتان تي حملا، همايون جو سنڌ ۾ اچڻ ۽ ارغونن سان جهڙپون. ارغونن ۽ ترخانن جي هڪ ٻئي سان آويزش ۽ خانا جنگي، عيسي ترخان ۽ محمود بکريءَ جون لڙايون، گوا جي عيسائن جو ٺٽي ۾ اچي قتل عام ڪرڻ ۽ اهڙي قهر ڪرڻ، جنهن جو مثال سڄي ايشيا ۾

ورلي مانند و. * ٺٽي کي باھہ ڏيڻ، مرزا عيسيٰ جي پٽن جو هڪ ٻئي سان تخت لاءِ وڙهڻ، مرزا باقي جون ٺٽي ۽ سنڌ ۾ خونريزون، ظلم ۽ ڏاڍ، آخر ۾ جاني بيگ ۽ خان خانان جي ويڙهہ ۾ سنڌ جو مغلن وٽ غلام ٿيڻ ۽ ان لڙائي هارائڻ کان اڳ جاني بيگ جو ٺٽي کي باھہ ڏيارڻ، ارغونن هٿان باغبان سان هزارين ائن جو قرجڻ، ڪيترن قبيلن جو ڪوس، سوين ڳوٺن جو سڙڻ، سنڌ جي معاشي ۽ ثقافتي زندگي ء کي تباهہ برباد ڪري ڇڏيو. ايتريقدر جو ارغون ترخان دور کي ”خرابي سنڌ“ سڏيو ويو ۽ مغل دور جي ظلمن جي ڊاڪٽر سورلي هڪ سٽ ۾ مڪمل طرح سان وضاحت ڪئي آهي: مغل بادشاهي ڏپ ۽ لالچ تي ٻڌل هئي“ **

٤- سنڌين جي قومي شيرازي کي ختم ڪرڻ ۽ قومي تحريڪن کي سبوتاز ڪرڻ جي لاءِ مقامي غدار پيدا ڪيا ويا، مثال طور: جڏهن ڏاريچا، سلطان محمود کي ختم ڪرڻ جي لاءِ قلعي ۾ گهڙڻ جا سانباها ڪرڻ لڳا، تڏهن بکر جي سيدن قلعن جا سيئي ڪهٽ سوکها ڪري ڏاريچن کي منجهائي وڌو ۽ جڏهن مير فاضل ڪوڪلتاش

* سنڌ گزيٽيئر ص: ١٠٥

** Shah Abdul Latif of Bhitt P: 154

لشڪر وٺي چانڊڪا وڏان پاڻ جهاڳي پنهن جي سردارن ۽ مقدمن جي دل ڀڄرائي منزلون هٽي، بکر جي پسگردائيءَ ۾ پهتو ته لالي - مهر نالي هڪ وڏيري پنهن جي سڄي برادريءَ سوڌو سندس قدم چميا!

٥- ڏاڙئي حڪمرانن "ويڙهايو ۽ راڄ ڪريو" واري پاليسي اختيار ڪري حڪومت ڪئي. جيئن نيرون قلعي جي پرڳڻي ۾ قوم پرست ماڇين جي اڪثريت کي دربدر ڪري سندن جاين ۽ زمينن تي پنهورن کي آباد ڪيو.

٦- سنڌ جي حسين ترين ڳوٺن کي مڪمل تباهه ڪيو ويو جهڙوڪ: باغبان ترخانن ڏانئين قدري آباد هيو پر پوءِ شاهي دور ۾ مڪمل تباهه ٿيو. نيرون قلعي وارو پرڳڻو احمد بيگ جي عملداريءَ ۾ تباهه ٿيو. ٻوبڪ پرڳڻو شاهجهان جي زماني ۾ ختم ٿيو، ڳاها پرڳڻو احمد بيگ جي ظلمن جو نشانو بڻيو ۽ خطو پرڳڻو تباهه ٿيو.

٧- سما سردار جيڪي ماضيءَ ۾ فوج جي اهم عهدن ۽ جاگيرن جا مالڪ هئا، تن کي ارغونن مجبور ڪيو ته هو رعيت، مزدور ۽ هاري بڻجي سندن غلاميءَ هيٺ رهن ۽ اهڙيءَ طرح مقامي ماڻهن ۾ احساس ڪمتري پيدا ڪئي وئي. مقامي

ماڻهن کان زمينون کسي ڀڳوڙن جي حوالي ڪري
مٿي جي هارين ۽ سردارن کي ڏارين جي تابع
ڪيو ويو. ڌارين سنڌ جون زمينون ناني وڏو
ڦاهي ڪنيون. ڪن جي نالي جاگيرون ڏيون. ڪن
خالصن جي صورت ۾ ورتيون ۽ ڪن وظيفن
۽ چراغي جي نالي ۾ قبضي هيٺ ڪيون. اهڙيءَ
طرح ملڪ جي اصلي ماڻهن کي مڪمل نظرانداز
ڪيو ويو. ملڪي عهدا به ڌاڙ ورهائي ڪنيائون،
ايتريقدر جو مذهبي منصبن تي به ڌاريا مولوي
فائز ڪيا ويا.

٨- بنگال مان جوڻارين جي خاص ٽولي گهرائي
سيوهڻ کي جوا جو اڏو بڻايو ويو ۽ سنڌ ي ماڻهن
کي قومي ترقيءَ جي بجاءِ جوا ۽ ٻين فرسوده
ڳالهين ڏانهن راغب ڪيو ويو.

# نائون مل

ڏرهان ٿي ڏارها ـ مٽ مٿيءَ جا نہ ٿيا.
(شاھہ)

اها هڪ تاريخي حقيقت آهي ته جيستائين سنڌ جي ميرن ۾ مير ڪرم علي خان، مير رستم خان حيدرآباد جا والي، خيرپور جو والي مير سهراب خان، سنڌس مشير نواب ولي محمد خان لغاري ۽ مير ميان گولا شاهه جهڙا هئا تيستائين سنڌ ن سياسي دماغن ۽ بيدار مغزيءَ جي ڪري انگريز، باوجود تمام وڏين ڪوششن جي به، سنڌ ۾ ڇانوٽي قائم ڪرڻ ۾ بريءَ طرح ناڪام رهيا - پر جڏهن سنڌ جا سياسي ذهن ۽ مشير اجل جا شڪار ٿيندا ويا ۽ سنڌ ن پونيئرن ۾ پڳن تان اختلاف وڌي ويا، اهڙيءَ طرح هتان ئي سنڌ جي بربادي‌ءَ جو سلو ڦٽڻ شروع ٿي ويو.

انگريز سنڌ ۾ دوستيءَ جي پردي اندر گهڙي آيا، جيئن دنيا جي ٻين ڪنڊن ۾ گهڙيا هئا پر سنڌ ن دوستيءَ تي سنڌ واسين کي ايترو ته اعتماد هيو جو جڏهن جنوري ١٨٣٩ع جي پڇاڙيءَ ۾ انگريزن جي ٤٠ پيادي پلٽڻ جي ٻورن ٻن دستي "ويلسلي" ۽ "الجبرين" جهازن ۽ ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ * جي "سائرن" ۽ "ڪانسٽنس" جهازن

---

* اوير هندستان ۾ انگلستان جي تجارت ڪندڙ مختلف سوسائٽين پاڻ ۾ اتحاد ڪري، ايسٽ انڊيا ڪمپني نامي هئي. پهرين هن ڪمپنيءَ پنهن جي ايجنٽ لاءِ فيڪٽريون ۽ پنهن جي مال جي لاءِ

۽ بار بردار جهاز "هيمالا" وسيلي ڪراچي ۾ حاصل ڪرڻ لاءِ بمبئي کاتي جا ون چڏي سنڌ ڏانهن

---

گودام تيار ڪيا، پوءِ انهن جي حفاظت جي لاءِ
قلعن جي ضرورت پيش آئي ته قلعا به تعمير
ڪرايا ويا. پوءِ قلعن جي رکوالي لاءِ سپاهي
ضروري سمجهيا ويا ته سپاهين جي شڪل ۾
هڪ منظم فوج کي ٺاهيو ويو ۽ جنهن کي
علائقن کي تسخير ڪرڻ جو ڪم فراهم ڪيو
ويو. جيئن ته ست سمنڊ پار کان ايندڙ هنن
واپارين جي لاءِ هند و سنڌ جي هر شيءِ اڻ
ڄاتل هئي ۽ برصغير جي پٽ ۾ هو تعداد جي
اعتبار کان به ڪمزور هئا، ان لاءِ بندوق ۽
مذهب سان گڏ و گڏ سياست ۽ عياري کان به
ڪم ورتو ويو. هو جنهن علائقي کي فتح
ڪرڻ گهرندا هئا، اتي اول ٺي سازشن جا هر
اول جٿا موڪليندا هئا ۽ سازشين هيٺ آيل
زخمي شڪار تي فوج بعد ۾ حملو ڪندي هئي.

* ڪراچي انگريزن کي ايترو ته وڻي وئي هئي جو
ويندي مهل به سر چارلس نيپئر چيو هو: "اي
ڪراچي تون شاد ۽ آباد هجين، قسمت تي ته
هڪواري وري به اچي تو کي ملندس." (سنڌ
قاصد تاريخ ۲۳-۴-۱۸۵۸ع)

راهي ٿيا * ته سنڌ جا هروچ قلعو ڇڏي، ٻاهر اچي
انگريز فوج جي رونق ڏسڻ لڳا ڇاڪاڻ ته انگريزن
کان اهڙي اميد ئي نه ٿي رکي سگهيا ته دوستي *
۾ گهر آيل مهمانن ٻاران به ميز بانن تي گولين جو
وسڪارو ٿي سگهي ٿو. **

هڪ دفعي حيدرآباد جي مير مراد علي خان
سنڌ ۾ انگريزي گماشتي ڪرنل هينري پاٽنچر
کان پڇيو ته: ”هي جو انگريز سينې ڌهمي
راجائن سان هميشه تعلقات رکڻ جي ڪن ٿا،
تنهن ۾ آخر ڪهڙو راز رکيل آهي؟“ ان تي
ڪرنل وراڻيو ته: ”مير صاحب! اها دوستي ته
جي ربت اسان سينې جي فائدي خاطر اختيار ڪئي
آهي.“ مير صاحب ته سڀ ڪجهه ٿي سمجهو،
سوچيائين ته ”انهن ڳالهين ڪندي ته سڄو
هندستان ڳڙڪائي ويا آهيو! اڃا هن سان ڪهڙو
سهج ڪندئو؟“ پاٽنچر صحيح ڪري ورتو ته

---

* Neereclaction of 4 years Service with the 48 th: Regement in the East P: 18

** Parliamentary Papers Relatings to Sindh January 1839

هنگر مهر ڪيس ڀڪوڙي ورتو آهي، سو لاجواب
ٿي وڃي ٿهڪ ڏئي لکو !*

ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ* پهريون ڀيرو ١٦٠٧ع ۾ پنهنجي ڪئپٽن کي هدايت ڪئي ته هو پنهنجون تجارتي سرگرميون سنڌ تائين وڌائين. ١٦١٣ع ۾ سر رابرٽ شرلي ۽ سنڌس ڪمپني ديبل وٽ اچي لٿي ۽ ١٦٣٥ع ٺٽي ۾ ڪارخاني جي شروعات ڪئي. ٢٢ سيپٽمبر ١٧٥٨ع تي سنڌ جي حڪمران ميان غلام شاهه ڪلهوڙي سنڌ ۽ هندستان جي وچ ۾ واپار وڌائڻ ۽ انگريزن سان دوستاڻا لاڳاپا قائم ڪرڻ جي مقصد سان ايسٽ انڊيا ڪمپني جي نمائندن کي سنڌ ۾ ڪارخاني قائم ڪرڻ جو پروانو لکي ڏنو ۽ ١٧٦١ع ۾ ڪمپنيءَ کي اڳ ۾ ڏنل سمورن رعايتن جي سنڌ سرڪار پاران تصديق ڪئي وئي. پر سياسي چڪتاڻ، بدنظمي ۽ ملڪ ۾ وڳوڙي حالتن پيدا ٿيڻ جي ڪري ميان سرفراز خان جي صاحبيءَ

---

* Selections from the records of the commisioner in Sindh file No. 3011 P: 267

۾ هٿائڻي پئي * ان ڪري انگريز هڪ دفعو ٻيهر
مالڪن ٿي شرطن تي ڪوٺي کولڻ جي لاءِ واجهه
وجهڻ لڳا. بمبئيءَ جي گورنر جوناٿن
ڊنڪن سنڌ ۾ انگريزن جي واپاري ڪوٺي
کولڻ جي لاءِ آغا ابل حسن کي سنڌ جي
ميرن جي صاحبيءَ ۾ موڪليو جيڪو ٢٤ فيبروري
١٧٩٩ع تي حيدرآباد اچي پهتو پر هن جو اصل
مقصد ٽيپو سلطان ۽ فرينچن جي سرگرمين کي
ناڪام بنائڻ ۽ زمان شاهه جي منصوبن کي
اڳواٽ ۾ ئي معلوم ڪرڻ هيو. مير فتح عليخان
انگريزن جي حفاظت ۽ ڪين رعايتن جو وعدو
ڪيو ۽ ناٿن ڪراو کي ڪراچي ۾ گهر ٺاهڻ جي
اجازت ڏني ليڪن زمان شاهه جي چوڻ تي کيس
سنڌ مان نيڪالي ڏني وئي ۽ نور محمد خان
حيدرآباد جي والي سان ٻيهر معاهدو ڪري،
هڪ چانوڻي هڻڻ ۾ انگريز سامراج ڪاميابي حاصل
ڪري ورتي. انگريزن جي لاءِ ته صرف هڪ
جي ضرورت هئي، جنهن کان پوءِ ته معاهدن جا
ڍڪڻ کلي ويا ۽ ٻئي طرف سنڌ جا بيوقوف امير
هنن سامراجي چالن ۾ ڦاسندا ويا. تان جو انگريزن
مسلح حملا ڪري سنڌ تي فتح حاصل ڪري ورتي.

---

* Shah Abdul Latif of Bhitt by Dr. Sourly
P: 148

جاڪاڻ ته سنڌ، هندستان جي اترين سرحد تي واقع آهي جنهن جي ڪري هر حملا آور جو رخ ڏانهس ٿيو وڃي ٿو ۽ ٻيو ته سنڌ دنيا جي مهذب ترين مملڪت ۽ امير ترين سرزمين آهي. خود انگريزن جي رپورٽن مان ٿي خبر پوي ٿي ته جڏهن هو ننڍي کنڊ ۾ ڏهه سال لاڳيتو ڏڪر پوي ها ته به سنڌ جي صرف هڪ سال جي پيداوار مان برصغير جي ڏهن سالن جي ڏڪار جي ڪفالت ڪري سگهجي ها!

يوناني ليکڪ هيرا ڊوٽس پنهن جي ڪتاب (The Histories) ۾ لکيو آهي ته: "ايران جي بادشاه دارا جي شهنشاهيءَ ۾ ٢٠ پراتنڪ سترپيون (Satrapies) يعني گورنري راڄ (Provincial - Government) ڪيا ويا ۽ هر هڪ هند تي ڏن رکيو، جنهن ۾ ويهون نمبر سنڌ هئي. سنڌ ان وقت دنيا ۾ گهڻو وسيل ملڪ هيو، جنڪو سيني ڪان وڌيڪ ڏن يعني ٣٦٠ ٽئلنٽ سون جو پورو (يا سون) ڏيندو هيو."

جيئن ته سنڌ ڪرهءِ ارض تي سڀ کان وڌيڪ شاهوڪار سرزمين هوندي هئي انڪري سنڌ سان مختلف ملڪن سان تجارتي ناتا به هلندڙ هئا ۽ سنڌ جي دولت ٿي مختلف سامراجين کي مٿس غلبي حاصل

ڪرڻ لاءِ خوب لائچابو. سنڌ جي ڌرتي واپار جي لحاظ کان دنيا جي وڏن وڏن مرڪزن مان هڪ هوندي هئي. جهڙيءَ طرح حڪومتون مال در آمد (Import) ۽ بر آمد (Export) جو ساليانو حساب ڪتاب رکنديون آهن، ان طرح اسلامي خلافت واري زماني ۾ به ڪيندريا (مرڪزي) ۽ صوبائي (پر انتڪ) ياداشتون (Indent) تيار ٿينديون هيون. هارون رشيد جي وقت جي هڪ اهڙي محفوظ ياداشت ملي آهي، جنهن موجب سنڌ مان جيڪو بس مال عراق ڏانهن ويندو هيو. ان جي رقم هڪ ڪروڙ پندرهن درهم ساليانو هوندي هئي. *

پڻ جي زماني ۾ مهراڻ جي بندرن تي سٺي ۽ مال رجسٽر ڪرڻ جو رواج هيو ۽ سمورو ڪاروبار ترجمانن جي ذريعي هلندو هيو ڇاڪاڻ ته لکڻ ۽ پڙهڻ جو رواج ڪونه هيو انڪري سمورا ڏنڊا ايمانداريءَ سان زباني فيصل ٿيندا هئا. اسلام کان گهڻو اڳ سامونڊي ڪنارن تان مال خريد ڪري ايراني نار جي رستي وچهي اوپر ۽ يمن تائين پهچائيندا هئا، جتان قريش جا قافلا سنڌ جو

* ڪتاب الوزراوالڪتاب از محمد بن عبدوس
ص: ٢٨١

مال شام ۽ وادي سينا تائين پهچائيندا هئا. قريش
جي حجازي امير ن کي واپاري قافلن جي ذريعي
سالياني ٢ ڪروڙ روپيا فائدو پهچندو هيو. ملڪ ۾
هر شيءِ دستياب هوندي هئي. روس جو چمڙو،
هرات جو ريشمي ڪپڙو، دمشق ۽ يمن جا رنگين
۽ باريڪ ڪپڙا، خراسان جو ڪمخواب سنڌ ۾
عام جام هوندو هيو. سوٽي ڪپڙو سنڌ جي پيداوار
آهي جنهن جي ڪري ڪيس فرات ۽ دجلا واري
واديءَ ۾ سنڌو، يونان ۾ سنڊان (SINDAN)
۽ مصر ۾ سينڊل (SENDAL) ڪري ڪوٺيندا
هئا. روم جون عورتون جيڪو سنڌ جو ڪپڙو خريد
ڪنديون هيون، سو سون جي برابر توري وڪرو
ڪيو ويندو هيو. * سنڌ جي ململ جو ذڪر ته
دنيا جي قديم ترين ڪتاب "توريت" ۾ به آهي.
يورپ ۾ اوني ڪپڙو جوڙيندا هئا پر اسان جي
سوٽي ڪپڙي لئنڪشائر جي اوني ڪپڙي جي
ڪارخانن کي به وڏو ڌڪ هنيو جنهن جي ڪري
وڏو گوڙ ٿيو ۽ ١٦٦٦ع ۾ قاعدو پاس ڪرايائون
ته ڪنهن فوتيءَ جو ڪفن، جيڪو سنڌس سائٽ
اوني ڪپڙي مان نه ٺهرائيندا ته ڏنڊ ۾ سزائن
جوڳيا ٿيندا. پر هن عجيب قاعدي ڪانپوءِ به جڏهن

---

* Encyclo Paedia Britanca vol: XI P: 459

ڏٺائون ته ڪيترائي يورپي سنڌ جي مهين سوٽي
ڪپڙي پهرڻ کان نه ٿا رهن تڏهن انگلنڊ جي
ڪارخانن وارا پاڻ به سوٽي ڪپڙو جوڙڻ لڳا
۽ اهڙيءَ طرح سنڌ جي سوٽي ڪپڙي يورپ ۾ به
هنري انقلاب آڻي ڇڏيو.

ٺٽي ۾ ملڪ جو ڪپڙو ٺهندو هيو، جيڪو سٽ
۽ اُن گڏائي هڪ نئين قسم جو ڪپڙو ٺاهيندا
هئا. نصرپور ۾ ۲۰۰۰ ڪٽنب رهندا هئا جيڪي
ڪپڙي ٺاهڻ جو ڪم ڪندا هئا. جوڙيءَ جو
ٿاڪيو ۱۷ گز ڊگهو ۽ ٻه گز ويڪرو هوندو هيو
۽ سٽ چڱيءَ طرح اٽيل ۽ مضبوط هوندو هيو.
ٺٽي ۾ سٽ، صورت ۽ احمد آباد کان ۳۰ يا ۴۰
سيڪڙو مهانگو هوندو هيو سنڌ ۾ هاٿين جي
موجودگيءَ جي ڪري عاج عام هوندو هيو ۽ سنڌ
جا اُٺ، گڏهه ۽ گهوڙا به ناميارا هوندا هئا.
رامائڻ ۾ ايوڌيا نگريءَ جي سکيو ستابو هئڻ جو
ورڻن ڪندي، اتي سنڌوءَ جي ڪناري تي رهندڙ
درياهي گهوڙن جي هئڻ لاءِ به لکيل آهي. هي
گهوڙا اندر جي گهوڙن جيان اتم هوندا هئا *
يوڌ ساٿيا ۾ به سنڌي گهوڙن جو خاص ورڻن آهي

* رامائڻ، بال ڪانڊ، سرگ ۶، شلوڪ ۲۲

جن جي تمام گهڻي اهميت هوندي هئي. جنهن رت ۾ وهندي ٻـوڏي سنڌو سڪل وسنڌو ۾ گهڻي ويو ، ان ۾ اڇا ، ڪمل ٻنن جي رنگ وارا چار منگل سنڌو ديشيا گهوڙا جوڙيل هئا. * پوجـا جـانيـا جانڪ موجب : "پراڻي زمـاني ۾ وارڻسي ۾ راجا برهمدت جي راڄ ۾ ٻـوڏي سنڌو ، سنڌ جي پوجـا جانيا نسل واري گهوڙي جي روپ ۾ هيو. ڪيس سون جي ٿالهي ۾ ڪاڏو ملندو هيو. راجائن جهان سنڌس شيوا ڪئي وپندي هئي. هڪ دفعي ستن راجـائن ورانسي ۾ کي گهيرو ڪري چوايو ته "راڄ ڏي يا جنگ ڪر" راجا منترين کي گهرائي صلاح ڪئي ، جن کيس هڪ گهوڙي سوار کي موڪلي ، لڙائي لـڙڻ جي لاء چيو . بادشـاه گهوڙي سوار کي گهرائي ستن راجـائن سان لڙائي ڪرڻ لاء چيو ته ان وڌير جواب ڏنو ته جيڪڏهن کيس پوجـا جانيا سنڌو ( سنڌي ) گهوڙو ملي ته هو ستن ته ڇا پر سڄي جمبود وپ جي راجائن سان مقابلو ڪرڻ جي لاء تيار آهي . پوء هو سنڌي گهوڙي تي چڙهي ، هٿيارن پنهوارن سـان نڪتو ۽ بجلي جهڙي گهيري ڏئي پهرين

---

* سنڌو سوويٿر ص: ٢٠٧

راجا جي سنڌ کهري کي لـ وڙي، راجا کي جيڏرو ٿي پڪڙي آيو ۽ اهڙيءَ طرح چهه راجا پڪڙي آندائين. *

اڄ کان ڪجهه صديون اڳ مصر ۽ قديم بابل جي سيميٽڪ قومن کي به گهوڙن جي سڌ ڪا نه هئي ۽ گهوڙي لاءِ سنڌن ٻوليءَ ۾ ڪو لفظ ئي ڪونهي. تـــنهن ڪري ڪيس پـــوربـي گـڏهه (Assg the Fast) سڏيندا آهن. رگ ويد تورڙي مها ڀارت ۾ به سنڌ جي گهوڙن جي ساک لکيل آهي. انڪري ائين وسهڻ لاءِ سبب ٿيو ته اول سنڌ جا گهوڙا ايڏانهن وڪامندا هئا ۽ پوءِ عراق ۽ نجد جا گهوڙا مشهور ٿيا. *

رگ ويد واري زماني ۾ به سنڌ جو چوپايو مال پلو هوندو هيو. اڄ به ڪوهستان ۾ خـاص طرح ٿاڻي ٻولا خان ۽ ملير جون مينهون اهڙيون ته پليون آهن جو ڪيترا يون ته هڪ ويلي تي ڏهه ڏهه سير کير به ڏينديون آهن جنهن جي ڪري اتر ڏي جمون ۽ ڪشمير، ڏکڻ ڏي مدراس، ۽ ڏور پورب ۾ فلپائين ٻيٽن ۾ به سنڌ جي ڳائين

---

* جانڪ: ١-٣-٢٣

History of the Arabs by Phillip K. Hitti P:20 *

جو وڪرو وڏي ناڻي تي ٿئي ٿو. سرحد سنڌ جا ڍڳا به نامياارا آهن. سنڌ جي وڏي آبادي جهڪا ڳوٺن ۾ رهي ٿي ۽ اتي هر گهر ۾ هڪ نه ڪا مينهن ضرور هوندي آهي. خود "ڳوٺ" جو لفظ به سنسڪرت لفظ گوشٽ مان نڪتو آهي. جنهن جي بنيادي معني آهي: "اهو هنڌ جتي ڳائون بيٺيون هجن." رگ ويد ۾ جن گٿن جو ذڪر آيل آهي اهي نهايت ٿي قدآور هوندا هئا ۽ وقتي طور تي سنڌي ماڻهو مٿن بار به کڻندا هئا. هي ڪتا اهڙا ته زبردست هوندا هئا جو شينهن سان به لڙندا هئا. يوناني سڪندر اعظم جي ڪاهه پيري اهڙا ڪئي ڪتا هتان مان يونان کڻي ويا هئا.

سنڌ ۾ خشڪ ميوا به عام جام هوندا هئا. امرڪوٽ، سنسڪرت ويا ڪرڻ آچاريا امر سنهه جو هي سندر گرنٿ آهي، جنهن اڪملي تي ٦٩ ٽيڪائون ( Comman Taries ) ٿيل آهن. هي سمراٽ وڪرما ديتا جي درباري نون چمني اولي ۾ ترجمو ڪيو. ان ڪوش گرنٿ جي "ون انو شري ورگ" ۾ ڪن ولسپتين جو ذڪر آهي جن ڪي سنڌ ۾ ڪنگهي پير ( وڏا پير ) ڪري چيو ويندو آهي.

سنڌ جا ميوا جهڙوڪ ناريل ، انب ، ليمان نارنگيون زيتون ، رنگ ڪرمچي ۽ اناج جهڙوڪ : ڪپهہ ، ۽ چانور تہ اهڙيون شيون آهن جن جي متمدن دنيا کي بہ ضرورت هوندي هئي . سنڌ جو بندر ڪاهہ ديبل تہ سڄي هندستان ۾ اناج جو وڏي ۾ وڏو مارڪيٽ هوندو هيو . آئين اڪبريءَ ۾ آهي تہ سنڌ ۾ سڄي سڪائي پاهرين ملڪن ۾ وڪري جي لاءِ موڪلي ويندي هئي . سيوهڻ ۽ ٻوبڪ ۾ نير جي واپار جا مرڪز هوندا هئا . سنڌ ۽ پنجاب لاءِ چهڙي جو گهر هوندي هئي . انگريزن کان اڳ لاري بندر ٺانڻ سنڌو ندي جي ذريعي ملتان ۽ لاهور سان واپار هوندو هيو . لاري بندر تي هر وقت ۲۰۰ کان مٿي ٻيڙيون بيٺل هونديون هيون ، جن جي معرفت واپار ڪيو ويندو هيو .

سنڌ جي پيدائش نير ، عنبر ، مصالحا ، عاج ۽ ڪپهہ ٻاهر موڪلي ويندي هئي . سنڌي دوائن ۽ جڙين ٻوٽين ڏاهڻ ۾ بہ ماهر هوندا هئا . مصر جي هزارها سالن ڏائين سالم رهيل ممين ۾ بہ سنڌي نير ( INDIGO ) .صالحو اصل مکيہ شيءِ هوندي هئي . جنهن جو واپار ويجهي وقت تائين بہ ٺٺي ۾ زور تي هوندو هيو . ان کان سواءِ علم جوتش ، حساب ڪتاب ۽ بت تراشيءَ ۾ بہ پڙ هوندا هئا ۽

تاريخي حقيقت جي انڪشاف موجب اهي سورا علم ۽ هنر سنڌ واسين ڪان گهڻو بعد ۾ عربن سکيا ورتا. ابن فقيا هه اني ( ۳۳۰ هه ) لکي ٿو ته : " سنڌ کي خدا اها خصوصيت بخشي آهي جو هتي هر قسم جون خوشبودار شيون جهڙوڪ : عنبر، لونگ، سنبل، خولنجان، دالچيني، ناريل، صندل، ڪاربون، سرچون، ساگواڻ، جواهرات جهڙوڪ : ياقوت، الماس، جانور جهڙوڪ : گينڊا، هاٿي، مور، طوطا، دوائون جهڙوڪ : هر ڙ، توتيو ۽ بيد پيدا ٿين ٿا. " * سنڌ ۾ پسارڪي وکر جو واپار ايترو ته وسيل هوندو هيو جو هند جي ٻين پاڳن جون جڙيون ٻوٽيون پڻ سنڌ ڪان ٻين اولهائين ملڪن ڏانهن موڪليون وينديون هيون - البيروني پنهن جي ڪتاب " ڪتاب الصيدنه " ۾ ٥٥ ڪن جڙين ٻوٽين ۽ دوائن جا سنڌي نالا ڏنا آهن جن مان ١٤ ڪتابن وڏيڪ بشر جي " ڪتاب تفاسير الادويه " جي حوالن سان ۽ باقي پنهن جي تحقيق سان ڏنا آهن. اهي نالا سنڌي ٻولي جي انفرادي اهميت ۽ ٻين اقوامي

---

* ڪتاب الطبيخ ( تصنيف ٦٢٣ هه ) از : محمد ابن الڪاتب البغدادي ص : ١٥، ١٩، ٣١، ٣٢

علمي حيثيت جي باري ۾ هڪ تاريخي دستاويزي حيثيت رکن ٿا.

اڄ به اها سنڌ، ته وڏي جو ساڳئي موج ۽ مستي ۾ واري نه رهي آهي تڏهن به ساليانو ۱۰،۰۰۰ ٽن هامو نيري مڇي ٻاهر موڪلي وڃي ٿي، سنڌ مان هر سال ۵ لک من ڪوئلا ۽ ۸ لک من جلائو ڪاٺيون ڪوئيٽا ۽ پنجاب وڃن ٿيون. ۸ هزار ٽن جو، ۷۵ هزار ٽن جوئر، ۴۳ هزار ٽن ٻاجهر، ۷۵ هزار ٽن چڻا ۽ ۳۷ هزار ٽن تيلي ٻج ساليانو اپت ٿئي ٿي. سنڌ ۾ ۷۲ لک رڍون، ۲ لک ان ۸ لک مينهون ۽ اڍائي لک ٻڪريون آهن.

مطلب ته سنڌ جي سر زمين هر شيء ۾ اڳتي هوندي هئي، ايتريقدر جو سنڌ جي سرازن جا ٺهيل موزا ۽ سليپر بغداد جون شوقين بيگمون نهايت ڏاڍي پسند ڪنديون هيون. منصوره جي ٺهيل عاليشان جتي، صرف امير طبقي جا ماڻهو ٿي وٺي سگهندا هئا. ڊاڪٽر ابل نصر محمد فاسري لکيو آهي ته: ”اوائل اسلام وارن کي زيبدار، وڏي ڪڙي ۽ مضبوط ترين جتين جو استعمال سنڌين ئي سيکاريو.“*

---

* رسالو برهان سيپٽمبر ۱۹۶۱ع ص: ۵

خود عربن کي تهذيب ۾ سنڌواسين ئي سيکاري هئي. جعفر برمڪي سنڌ مان طاهر طبيب گهرايا هئا، جن بغداد ۾ وڃي اتي جي عربن کي ميڊيسن سيکاري. انهن فزيشنن مان صالح، پلو ۽ مانڪ خاص قابل ذڪر آهن. سنڌ جي عام دوا ٽڦلو، عربستان ۾ وڃي اطرفيل سڏايو ۽ نه صرف عربستان پر يونان ۽ ايران جي علم، فن، هنر، رياضي، حڪمت ۽ طبابت ۾ به سنڌين، سندن خوب رهنمائي ڪئي * سنڌ جي بورچين ئي ڀريون پيرو بغداد سنڌي پلاءَ جا ٻه قسم ليمو ڀهه (ليمائي) ۽ مهلبهه (سنڌ جي مهلبي گورنرن جي نالي پٺيان) جنهن کي ڀهتهه (پت) به سڏيندا هئا، رائج ڪيا هئا.**

پير سڃاڻڻ جي فن ۾ به سنڌي ماڻهو اهڙا ته ماهر آهن جيڪي صرف پير جي نشان مان ڏسي مرد ۽ عورت، ننڍن جي ۽ ٻارڙي جو فرق محسوس ڪندا آهن ۽ جبل خواهه ميدان ۾ ڀي پير نه وڃائيندا آهن، بلڪ گهڻو ڪري پاڻيءَ مان به سڌو نشان ڪڍي وٺندا آهن.

---

* عرب و هند کے تعلقات از: سيد سليمان ندوي

** ڪتاب التربيع والتدوير من رسائل الجاحظ ص: ۵-۱۴

کن تحقيقات ڪندڙن اهو به ثابت ڪيو آهي

ته خود بابل جي سميري تهذيب جو بنياد به سنڌ

جي واديءَ مان هجرت ڪندڙ ماڻهن رکيو هو، جن

کي سميري ڪتبن ۾ 'اوئنس' جي نالي سان ياد

ڪيو ويو آهي. هنن ئي پهريون ڀيرو فرات جي

واديءَ ۾ هر قسم جو هنر رائج ڪيو هو جنهن کي قديم

تهذيب جو بنياد سمجهيو ويو آهي. هر سڀ کان

ڪان وڏي نعمت جيڪا سنڌ جي ماڻهن اتي پيش طور

پيش ڪئي، اهو لکڻ جو ڏانءُ هو. ڇاڪاڻ ته

صورتخطيءَ جي فن کان اولهه ايشيا جا ماڻهو بلڪل

غير واقف هوندا هئا. انهيءَ صورتخطيءَ کي

ڪيلدن وارو ( Cuneiform ) خط چيو ويندو

آهي. اها دنيا جي پهرين صورتخطي هئي جنهن

۾ هر هڪ لفظ جي ڪا نه ڪا نشاني مقرر

ڪئي هئي. *

اڄوڪي دور ۾، آثار قديمه جي ماهرن جي

جديد تحقيقاتن آرين جي وڏائي واري مثال کي

بي وزن ثابت ڪيو آهي. آريا جڏهن سنڌ ۾ داخل

ٿيا هئا ته ان وقت اهي وحشي صرف شڪار تي

---

* سنڌو جي قديم تهذيب - ڊاڪٽر ممتاز پٺاڻ
مهراڻ اخبار ٥-١-١٩٦٢ع

گذاران ڪندڙ ۽ ٻوڪ کان اڻ واقف هوندا هئا.
وادي سنڌ ۾ ئي سندن تهذيب جي شروعات ٿي
۽ هتي ئي سندن پهريون ڪتاب رگ وید مرتب
ٿيو. سنڌ جي تهذيب جو اثر هميشه به آريا مذهب
۾ ڏٺو وڃي ٿو. سرجان مارشل جي چوڻ موجب
آرين، شو جي پوڄا به سنڌ جي ماڻهن کان ورتي
هئي. سياسي نظام به سنڌ جي اصلوڪي رهندڙ
ماڻهن کان هٿ ڪيو ۽ پهرين شهري حڪومت ۽
پوءِ سلطنتون وجود ۾ آنديون. آريا اَن ۽
چمڙي جي پوشاڪ پهريندا هئا ۽ وادي سنڌ ۾
اچڻ کانپوءِ ئي کين ڪپهه جي سڌ پيئي، جنهن کي
هو ڪرپاس سڏڻ لڳا. سٽ ڪتڻ ۽ چرخي جو
هنر به سنڌ مان ورتائون. سنڌ ۾ اچڻ کان اڳ
آريا، بلڪل سادي زندگي گذاريندا هئا مگر
بعد ۾ اصلوڪي رهاڪن کي ڏسي قيمتي پوشاڪن
۽ سونن زيورن پائڻ جي پروڙ پين. ۽ هن واديءَ
۾ پهر ڏرڻ کانپوءِ ئي ڏاند گاڏيون ۽ رٿون
جوڙيون.

سنڌو نديءَ جي ماٿر ۾ موهن جي دڙي جهڙا
جيڪي شهر کوٽي ڪڍيا اٿن، انهن مان هڪڙي
سيل مهر لڌي آهي، جيڪا ۵ هزار ورهين جي
جهوني آهي. هن مهر تي لکيل آهي ته: "مددگال

سنڌو نديءَ جي ماٿر ۾ عدن جي ڀرسان جو ملڪ ۾ ڪندڙ." ڊاڪٽر واڊيل انهن شهرن بابت کوجنائون ڪري هڪ ڪتاب لکيو آهي. هن ڪتاب ۾ هو چالائي ٿو ته اهي شهر اصل سميري يا آريا لوڪن ٻڌا هئا. فونيش قوم جا ماڻهو، جن آڳاٽي زماني ۾ انگلينڊ سان ڌاتن جو واپار ڪري، انهي وچي ڀرسان وڏيون هيون، اهي به اصل سميري يا آريا هئا. انهن مان پاڻ چوي ٿو ته "پڌرو آهي ته هاڻ جن کي انگريز لوڪ ڪونجي ٿو، اهي به اولاد اصل انهن فونيش لوڪن جو آهن. انهيءَ ليکي انگريز لوڪ به اصل سنڌي ٿيا." *

پنجاب جو ٽاڪرو لوڻ ( Rock - Salt ) اڄ ڏينهن تائين "سينڌو لوڻ" يعني 'سنڌ جو لوڻ' ڪري سڏجي ٿو، ڇاڪاڻ ته اهي لوڻ وارا ٽڪر سنڌ جي حدن اندر هوندا هئا. سنڌ ۾ اڄ به لوڻ جو خـــزانو موجود آهي ۽ سنڌ ۾ جتي جتي ڪلر آهي اتي لوڻ ٿئي ٿو. هتي اهڙو ڪو ڇڏ و تعلقو هوندو جتي ڪلرائي زمين نه هوندي! اڳي سنڌ جا سمورا ماڻهو ڪلر مان لوڻ ٺاهي گذران ڪندا هئا ۽ اڄ تائين سرڪاري بندش جي باوجود بــه لڪ چوريءَ ۾ ڪلر مــان لوڻ ٺاهيندا رهن ٿا.

---

* هفتيوار پرڪاش رسالو ٣ جولاءِ ١٩٢٩ع

ڪراچي کان وٺي لکپت بندر تائين ١٥٠ ميل ڊگهي سامونڊي ڪناري تي هر هنڌ لوڻ ٺاهي سگهجي ٿو. لوڻ جون ڪيترئي ون ٺي ڍنڍون ٿر جي پٽن ۾ آهن. ٿر جي ڏکڻ ۾ سون ميان جي مفاصلي ۾ جهڪو رڻ آهي اهو سڄي دنيا ۾ سڀ کان وڌي کلر جي کاڻ آهي جنهن مان ڪافي مقدار ۾ لوڻ ٺهي سگهي ٿو. ان رڻ کانسواءِ ٿر جي پٽن جي وچ ۾ اٽڪل ٢٠٠ لوڻ جون ڪل ڍنڍون آهن. ننگر پارڪر کان ١٢ ميل پري 'موکي جي اچ' لوڻ جي ڍنڍ آهي، جنهن جي ايراضي ٨ چورس ميل آهي، هي ڍنڍون ڪي ٿوٽ تي وڌون آهن جو لوڻ کي کوڙن مان به سولائي سان کوٽي سگهجي ٿو. جيترو لوڻ کوٽيو وڃي ٿو، جنهن بون کانپوءِ وري اوترو ئي لوڻ ٺهيو وڃي ٿو. ڏيپلي جي پرسان 'سارڻ جي ڍنڍ' ۽ ڪپري ويجهو 'وليا جي ڍنڍ' آهي جنهن مان اٽڪل ١٠٠ سالن کان هر سال هزارها من لوڻ پئي ڪڍيو ويو آهي پر اڃان ڇن ته اهڙيون ٺي پرزون پيون آهن! شاهبندر، جاتي ۽ بدين تعلقي جي ڏاکڻين ڀاڱن ۾ به ميان جي مفاصلي ۾ اڻشوري لوڻ ٺهيو پيو آهي. ڪوٽڙي جي ايرندي کان جاتي تعلقي جي کوٽڙي شهر تائين ٢٠ ميل ڊگهي ۽

ڏه مهل ويهڪر جي اوراضي ۾ ڪروڙها من اَنُ
جا پيا آهن. ۱۸۴۷ع ۾ هڪ انگريز عملدار بمبئي
مان سمنڊ رستي سنڌ ۾ آيو هيو. سنڌس صفت
آهي ته انهيءَ هنڌ ايترو ته لوڻ پيو آهي جو
جيڪڏهن هندستان جي ڪروڙها ماڻهن کي رکيو سنڌ
جي انهيءَ هڪڙيءَ کاڻ مان لوڻ پهچايو وڃي ته
به جيڪر هڪ هزار ٻه سؤ چاليهه سال پيو هلي!
يعني ته سڄي دنيا کي صرف سنڌ جي هڪ ٽڪر
مان ۳۰۰ سؤ ورهين تائين لوڻ فراهم ڪري ڏئي
سگهجي ٿو.

تاريخ جي لکڻي موجب ۱۰۴ق-م ۾ يوناني حڪيم
ڪٽيسا سيس، ايران مان موٽندي مهراڻ جا ڪي
تحفا جهڙوڪ: نير، باندر، طوطا ۽ سوٽي ڪپڙا
پاڻ سان گڏ يونان ۾ آندا هئا جن کي ڏسي ڪري
يونانين ۾ اوپرائين ملڪن تي ڪاهڻ جو شوق
جاڳيو هيو. اهڙيءَ طرح سنڌ جي خوشحالي ۽
آبادي جي ڪري مختلف قومن جون نظرون جلهون
رهيون آهن.

سيٺ ناؤنمل جي لکيل ڪتاب "يادگيريون"
مان ظاهر آهي ته هن انگريزن جو سڀ کان وڏو
چاڙتو بڻجي، سنڌ ڌرتي سان غداري ڪري، وطن
کي غلام بڻائڻ ۾ نهايت ئي اهم ڪردار ادا ڪيو.
سيٺ ناؤنمل جي سڄي جيون اوسٽا، شخصيت

۽ فعل کي ڏسڻ سان قومن جي عروج ۽ زوال جي سببن جي پليءَ پٽ پروڙ پئجي وڃي ٿي. سيٺ نائون مل پنهنجي ذاتي ضد، انا ۽ خانداني پلوَ جي ڪري سنڌ جي سرزمين کي ڌارين ڌاڙيلن کان ڌاڙا هڻائي، سنڌ جي غدارن جي پهرين صف ۾ نالو لکرايو!

نائون مل هوت چند لهوائي جو پٽ ۽ وڏو واپاري هيو. هو ١٩٠٤-٥ع ڌاري ڄائو. سنڌس اولاد پاڻ کي پوچوائي سڏرائيندي آهي. نائون مل پنهنجي وقت جو هڪ وڏو ڏاهڪار ماڻهو هيو جنهن جي ونج ۽ واپار جي ڪوٺين جون وچ ايشيا ۽ هندستان تائين ڪيترن ئي هنڌن تي شاخون هونديون هيون.

چيو وڃي ٿو ته ١٨٣٢ع ۾ نصر پور جي هڪ هندو مزور جي پٽ "ڪنڌي" کي سنڌس استاد سختي ڪئي ته اهو ٻار پيو وچان مسجد جي در ۾ اچي لڪو. مسلمانن کيس آئي مسجد ۾ ويهاريو ته هندن ڪاوڙجي مسلمانن جي لاءِ سمورا دڪان بند ڪري ڇڏيا. هن "سوشل بائيڪاٽ" جي ڪري نائون مل جي پاڙي مان نورل شاهه نالي هڪ شخص هندن کي ڪتا لفظ ڪيندي لنگهيو ته سيٺ جي ڀاءُ پرسرام کيس منع ڪئي. نورل

شاهه ان تي ڳوٺن ۾ وڃي ماڻهن کي ڀڙڪايو ته
پرسرام سنڌس ۾ رسول جي شان ۾ گستاخي
ڪئي آهي، جنهن تي مسلمانن جوابي ڪاروائي
ڪندي سيٺ ناؤن مل جي پيءُ هوتچند کي
کي اغوا ڪري ورتو ۽ ننڍي ۾ شاهه بندر
تعلقي ۾ باگائي ۾ ڏانهن کڻي وڃي يرغمال طور
رکيو. هندن سڄي سنڌ ۾ سخت احتجاج ڪيا
ته سنڌ جي حاڪم مير مراد علي خان ٽالپر،
غلام حيدر چانگيائي ۾ کي حڪم ڪري سنڌس
معرفت سيٺ کي آزاد ڪرايو.

سيٺ ناؤن مل جي دل ۾ پنهنجي پيءُ
جي بي عزتي سبب، مسلمانن ۽ سنڌ حڪمرانن
ميرن جي لاءِ سخت تلخي ۽ جذبو ورتو ۽ پڪو
پهه ڪيو ڏيئن ته هو پنهنجي پيءُ جو بدلو سڄي سنڌ
کان وٺندو. هن انتقامي جذبي کي سيٺ ناؤن
مل اڪيلي سر ته تسڪين نه پئي ڏئي سگهيو ان
ڪري سنڌس دوربين نظر انگريزن کي تاڙي
ورتو، جن جو سنڌ ۾ اقتدار آڻڻ ئي هن
جي انتقام جي آگ کي ٻاڻيءَ جو ڇنڊو وجهي،
جهڪو ڪري ٿي سگهيو!

حالانڪ دنيا جون تاريخون اهڙن عظيم مثالن
سان ڏٺيون پيون آهن ته مختلف ماڻهن پنهن جي

ذاتي عزتن جي بجاءِ قومي مفادن کي ترجيح ڏني آهي. جيئن مير بجار جي پيءُ بهرام خان کي ميان سرفراز پريءَ دربار ۾ قتل ڪرايو ته قلات جي حاڪم مير بجار کي فوجي مدد جي آڇ ڪئي پر هن انڪار ڪندي چيو هو ته، هو پنهن جي ذاتي پلو جي جي خاطر پنهن جي ملڪ تي ڌاريو لشڪر نه آڻائيندو! هڪ طرف هڪ غيرت مند سنڌيءَ جو ملڪ جي حفاظت جي لاءِ اهڙو عظيم ۽ اڏول موقف رهيو آهي ته ٻي طرف ديش دروهي سيٺ نائون مل پنهن جي پيءُ جي ذاتي پلاند خاطر سڄي سنڌ کي نهوڙي ڇڏيو!

١٨٣٢ع ڌاري ڪڇ جي مقامي سفير ڪرنل پاٽنجر سنڌو نديءَ ۾ واپاري جهاز هلائڻ جي اجازت وٺڻ لاءِ حيدرآباد پهتو ته سيٺ نائون مل سائس پهرين ملاقات ۾ ئي دوستي وڌائڻ شروع ڪري ڏني. پوءِ سر اليگزينڊر برنس سان به ڏيٺ ويٺ حاصل ڪري قلات جي سياسي عملدار ليفٽيننٽ جان ڪين کي مختلف مددون ڪيائين. ايتري قدر جو ڪئپٽن ڪاربس تي پروچن جي علائقي ۾ بنا اجازت شڪار ڪرڻ جي ڏوهه هيٺ قاتلانه حملو ٿيو ته سيٺ نائون مل سندس حياتي به بچائي ورتي! پوءِ انگريزن

ڪمس جنرل ڪمن جي فوج لاءِ اٺ ۽ ٻيو سامان
مهيا ڪرڻ لاءِ لکيو ته جيئن هند سرڪار پنهنجي
فوج کي شاهه شجاع ۽ سر وليم مئڪناٽن سان
سنڌ مان شڪارپور جي رستي ڪابل ملائي سگهي
ته سيٺ ناؤنمل باوجود ميرن جي سخت
مخالفت ڪرڻ جي، تمام ٿوري عرصي ۾ اٺ
۽ ٻيو ضروري سامان مهيا ڪري ڇڏيو. نه صرف
ايترو پر انگريز فوج کي سنڌ مان آسانيءَ سان
لنگهائڻ جي لاءِ هر طرح جي پوري پوري
رهنمائي ڪرڻ لاءِ نوڪرن سان گڏ هڪ ڀاءُ
کي شڪارپور تائين ساڻن گڏ موڪليو. انهن
خدمتن کي ڏسي ڪرنل پاٽنجر لکيو:

"١٨٣٩ع ۾ ناؤنمل ۽ سندس خاندان جي
جي ذاتي مدد کان سواءِ بمبئيءَ جو فوجي جٿو،
بنگال جي فوج سان استعمال نه ٿي سگهي ها!"

۽ سنڌ جي وڏي مورخ مولائي شيدائي لکيو:

"ڪراچيءَ جو وڏو سيٺ ناؤنمل جنهن
جا حيدرآباد دربار سان تعلقات هئا، تنهن پهرين
افغان ويڙهه ۾ جوکين، نومڙين ۽ ڪلمتي قوم
جي وڏيرن کي انگريزن کان وڏا ٺيڪا ڏياري
ٽالپرن کان ڦري ڇڏيو."

١٨٣٩ع ۾ سيٺ ناؤنمل، ڪرنل پاٽنجر

سان گڏجي ڪچ ويو جتي ڪچ خواهه سنڌ ۾ مختلف نمونن سان ڪمپني کي مدد ڏنائين ۽ ١٨٤٠ع ۾ آئوترام سان گڏ رهي سنڌ عملي جو خاص فرد ۽ سنڌ ڪلاڪار ٿي ڪم ڪرڻ لڳو ۽ انگريز مير چڪتا ڻ پيري به سنڌ ”انگريز وفاداريءَ“ خوب جوهر ڏيکاريا.

١٨٤٠ع جي پڇاڙيءَ ۾ گجرات کان ڪڇ رستي پيلاريءَ (مير شير محمد خان جو علائقو) تائين ڪمڪ اچي رهي هئي ته آئوترام نائون مل کي مير شير محمد خان جي گاديءَ ڏانهن هدايتون ڏئي موڪليو ۽ آخر سنڌ هوشياري، تدبر، جاسوسي ۽ سنڌ غداريءَ سبب انگريزن جي سڄي فوج حفاظت سان رڻ ڪڇ ڪانسوا جي لائيءَ سان لنگهي وئي!

نائون مل چانو پٿي ته هڪ نه هڪ ڏينهن انگريزن جو هتي ضرور پاري ٿيڻو آهي، انڪري هو افغان ويڙهه، خواهه سنڌ جي فتح وارو سڄو وقت انگريزن جي نهايت ئي مستقل مزاجيءَ سان طرفداري ڪندو رهيو. جيئن ته ٽالپرن جي دربار ۾ به سنڌ وڏو اثر هوندو هيو انڪري پنهن جي قوم کي ڌوڪو ڏئي ميرن جون سڀ ڳالهيون ڪورن وٽ پهچائيندو رهيو. انگريزن سڄي هندستان

۾ ساڳيءَ طرح هڪ خفيا پوليس به ٺهي هئي
جيڪا هندستان جي اڳواڻيءَ ۾ زور شور سان ڪم
ڪندي هئي جيئن بهادر شاه ظفر جو خاص صلاح
ڪار مرزا الاهي بخش به اهڙن وشواس گهاتڪن مان
هيو جيڪو هر ڳالهه انگريزن کي ٻڌائيندو هيو ۽
جڏهن بخت خان، بهادر شاه کي دهليءَ مان
نڪري هلڻ لاءِ چيو ته انگريزن الاهي بخش
تي زور آندو هيو ته ڪيئن به ڪري بادشاهه
کي وڃڻ نه ڏنو وڃي ۽ الاهي بخش شهنشاهه
ظفر کي همايون بادشاه جي مقبري ۾ رهائي انگريزن
کي جوائي سو ڪليو ته ڪيس اچي گرفتار
ڪيو وڃي!

ناٿون مل خود نوشتا سوانح ۾ لکي ٿو ته:

”هندستان ۾ انگريزن جي طاقت کي
جيڪو خطرو آڏو هو ان سان آڏو اچڻ لاءِ سون
پنهن جي تڪلوف جو خيال ڪيو ۽ نه دولت جو!
روز مره جيان ان سلسلي ۾ سڀئي اطلاع سر بارٽل
فريئر کي پهچائيندو رهيس. مان پنهن جي پراڻي
خانداني ايجنٽن وسيلي جوڌپور، جيسلمير، راجپوتانا
سنڌ ۽ پنجاب جي مختلف علائقن مان هن باري ۾
معلومات ڪئي ۽ اهي سواءِ ڪنهن شرط يا
معاوضي جي هميشه سر بارٽل فريئر کي ٻڌائيندو

رهيس. مون کي رات ۽ ڏينهن جي ڪنهن به
حصي ۾ گورنمينٽ هائوس ۾ ڪمشنر سان ملڻ جي
اجازت هئي!"

سيٺ نائون مل، مير شير محمد خان جو
مير صوبدار خان ڏانهن لکيل خفيا خط هٿ ڪري،
انگريزن جي حوالي ڪيو. ان کان سواءِ انهن
هند، افغانستان ۽ ايران وارا سندس خبرو به
کيس هميشه مقامي حالتن ۽ ماڻهن بابت خبر چار
ڏيندا رهندا هئا، جهڙي سڄو تفصيل هو انگريزن
کي ڏيندو هيو، جنهن جي صلي ۾ کيس ڪيئي انعام
۽ عزتون مليون.

١٨٥٧ع جي غدر جي حوالي سان سيٺ لکي
ٿو ته:

"مون کي پڪو هيو ته بغاوت جي بنياد تي
سرڪار کي مسلمان سپاهين تي اعتبار صفا نه ٿيندو
ڇو ته هند جو غدر هڪ جهاد جو روپ وٺي چڪو
هو. مون هڪ ڏينهن سر بارٽل فرينر کي لکيو
ته اوهان جي مرضي تي آءٌ آفريڪا مان ٻه چار
هزار ماڻهو آڻيان ڇو ته وٽن تعصب صفا نه هوندو ۽
پوءِ ته هو بهادر، ايماندار ۽ وفادار سپاهي هوندا.
مان سپاهين جو اهو تعداد ٽن مهينن ۾ آئي سگهان
ٿو. پر سرڪار هڪ دخاني ڪشتي حوالي ڪري ڇو

۽ ننڍي جهاز جي سفر ۾ وقت گهڻو لڳي ويندو" سيٺ وڏيڪ لکي ٿو ته: "فريئر منهن جي جوش خروش کي ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ هن مون کي 'ستارهء هند' جو اعزاز ڏيڻ لاءِ فريئر هال ڪراچي جي دربار ۾ ١- جنوري ١٨٦٧ع تي جلسو منعقد ڪرايو."

١٨٤١ع ۾ گورنر جنرل پاران کيس خلعت عطا ڪئي وئي ۽ ڪراچيءَ ۾ ٢٠٠ روپيا ماهوار وظيفي تي سنڌ جي فتح ڪاڻ انگريزن جو گماشتو ڪري رکيو. اڳتي هلي کيس سنڌ جو ڊپٽي ڪليڪٽر ڪري رکيو ويو ۽ ١٨٥٩ع ۾ ٢٠٠ ايڪڙن جي دائمي جاگير ۽ ٽن پيڙهين لاءِ هڪ سئو روپيا ماهوار وظيفو مقرر ڪيو ويو!

سر بارٽل فريئر بمبئي ڪائي جي گورنري جي حيثيت ۾ کيس هند جي اعليٰ اعزاز سي-ايس-آءِ (Compnion of Toe Star of India) جي لقب سان نوازيو ۽ سنڌ ۾ ٺالو خاص اعزاز طور ملڪا وڪٽوريا جي تيار ڪرايل صلاحڪارن جي الف (A) لسٽ ۾ اعزاز جي ٽئين درجي تي قائم ڪرڻ جو اعلان ١٢ جون ١٨٦٦ع ۾ هند جي هڪ گزيٽ ۾ ڪيو ويو.

سيٺ ناڻو مل سنڌين سان غداري ۽ سنڌ

دشمني جي ڪري مهجر آئوٽرام کان ’ برطانيا سرڪار جو فدائي‘ جو لقب ورتو، جهڙي طرح سنڌ جي هڪ ٻي غدار مير علي مراد خان ٽالپر ۱۸۹۱ع ۾ (Grand cross of the Indian Impaire) جو لقب ورتو هو.

## سنڌين جي شڪست جا سبب:-

(۱) دنيا جي تاريخ پڙهائي ٿي ته جڏهن به ڪنهن قوم، ڪنهن ٻاهرين قوم کي پنهن جي سونهن ورني سرزمين تي هڪ قدم ڏرڻ جي به اجازت ڏني آهي ته اها قوم پنهن جي بي سمجهيءَ جي ڪري ڌارين جي غلاميءَ ۾ جڪڙجي وئي آهي، جيئن:

(الف) اڄ کان هزار ها سال اڳ جڏهن آريا لوڪ وچ ايشيا کان زراعت ۽ گذر معاش جي بهاني هندستان ۾ لڏي آيا ته هتان جي اصلوڪي رهاڪن کين ٻاهر دخل ڪري پاڻ تخت ڌڻي ٿي ويهي رهيا.

(ب) اسپين جي گهرو ويڙهه ۾ هڪ بيوقوف اسپيني گورنر، عربن کان لشڪر جي امداد جي گهر ڪئي ته عرب، سڄي اسپين کي والاري ويهي رهيا. ان کان پوءِ هڪر نالي هڪ حاڪم جي حڪومت پهري، فرانسيسن موقعي جو فائدو ورتي

بارسلونا فتح ڪري ورتــي هئي. جاڪاڻ ته بارسلونا جي گورنر فرانس جي شارلمن کان اهو خيال ڪري مدد گهري هئي ته شارلمن کيس هڪ صوبي جو بادشاهه بنائيندو، پــر شارلمن مدد ڪرڻ جــي بهانيءَ سان اچي، ملڪ تـي قبضو ڪري ويٺو.

(ب) انگريزن ۱۸۳۹ع ۾ محمد علي پاشا جي بغاوت کي دٻائڻ جي لاءِ ترڪي جي سلطان عبدالحميد خان کي مدد ڪئي ۽ ڏسندي ڏسندي سڄي عدن کي والاري ويهي رهيا.

(پ) انگريزن کــي ۱۸۶۹ع ۾ "سوئيز واهه" مان صرف لنگهڻ جي اجازت ملي ته هنن نه صرف سڄي "سوئيز واهه" پر سڄي مصر تي قبضو ڪري ورتو.

(ت) هندستان جي هندو راجائــن ظهيرالدين بابر کي ۱۴ صدي عيسوي ۾ ابراهيم لوڌيءَ جي خلاف دعوت ڏني هئي. پر بابر خاندان ڪئي صديون هندستان تي حڪومت ڪندو رهيو.

انهن سمورــن تاريخي تجربن هئڻ جي باوجود به سنڌ واسي، انگريز حاڪمن جو وڪ وڪ تي شاندار استقبال ڪيو، توڙي جو لارڊ ايلنبرو، ميجر آئوٽرام کي حيدرآباد مان بدلي ڪري،

سر چارلس نيپئر جهڙي ڪٽر انسان کي سمورا اختيار ڏئي، سنڌ ڏانهن روانو ڪيو هيو ۽ کيس اها به تاڪيد ڪئي وئي ته هو اهڙي ملت هاي جو سنڌ جا مير خائف ٿي جنگ جي لاءِ آماده ٿين!

(٢) ميرن جا گهرو اختلاف ۽ غدار ٿيون، جنهن جي ڪري اهو پهاڪو مشهور ٿي ويو ته "ميرن کي به گهر مان لڳي!"

سيٺ نائون مل، نو مڙيئي ۽ جو ڪيئن جي سردار جو انگريزن سان پرپور ساٿ ڏنو جو (White Paper) انگريزن جي فتح واري ڪچي چٺي ڏسڻ سان خبر پوندي ته پنهنجي ئي غدارن انگريز سرڪار جو ساٿ ڏئي سنڌ کي مفتوح بنايو. انگريزن سڀ کان اڳ مقامي ماڻهن مان اهڙن شخصن کي ڳولي هٿ ڪيو هو، جيڪي اهڙي وقتي ۽ غداري ۾ پنهنجو جو مٽ پاڻ هوندا هئا.

(٤) اسماعيلي خوجن جو روحاني پيشوا آغا حسن علي شاهه ايران مان ڀڄي اچي حيدرآباد ۾ رهڻ لڳو. هن سرچارلس نيپئر کي جنگ ۾ مدد ڪئي جنهن جي ڪري پينشن سان گڏ "هزهائينس" جو لقب ڏنو ويو ۽ "آغا خان" جو لقب کيس

قاچاري دربار کان ملمو. هن سنڌ ۾ ٻه پنهنجي مريدن سوڌو انگريزن جو ساٿ ڏنو.

(٥) عون و هسڙهه جي وقت ۾ بجارائي، محمدائي ۽ مانڪائي بلوچ قبيلن جو لڙائي ۾ شريڪ نه ٿين.

(٦) چانڊيا قوم جي سردار جو ڏهه هزار لشڪر سوڌو انگريزن جي مدد لاءِ مهائي جي پر ۾ ٿي بيهڻ.

انگريز توبچي جيڪو بارود مٿان مامور هيو، غداري ڪري سوري بارود کي باهه ڏئي ساڙي ڇڏيو.

(٨) سنڌين وٽ ڪنهن به قسم جي منظم فوج جو نه هئڻ ۽ ناقص ۽ ناڪافي جي اسلح جي موجودگي.

(٩) انگريزن جي هساران جاگيرن، لقبن، اعزازن ۽ سوکڙين وغيره جا دڪان کولي ڇڏڻ. مثال طور:- جکراڻي قبيلو انگريزن مان مسلسل وڙهندو رهيو ۽ سر چارلس نيپئر جو نڪ ۾ دم ڪري ڇڏيائون مگر جکراڻين جي سرڪدي درياخان کي جالي ديري ۾ جاگير ڏئي، سرحد ۾ ٿاڻيدار آندائون. ٻو سبڪمن والڪر جمالي به سر چارلس نيپئر جي فرنٽيئر رجيمينٽ جو ن ڏنهون اڏائيندا

رهيا پر سر چارلس نيپئر ڏومبڪين کي رندواهي ،
رمدائين ۽ مندائين کي نوازو ۽ جاگيرون ڏنيون .
جانباز جمالين کي ڪڙهي خيرو ۾ جاگير ڏئي چپ
ڪرايو . سنڌ جي عظيم سورمن "حرن" جي
مقابلي ڪرڻ جي لاءِ انگريزن ، بگٽين کي ٿرپارڪر
۾ زمينون ڏئي چڏيون . ان کان سواءِ
چانڊين جي سردار کي "نوابي" جو خطاب ڏنو
ويو ۽ علي مراد خان ٽالپر کي وڏا لقب ڏنا .
رنجيت سنگهه ۽ انگريزن جي ناهه پهري
انگريزن پاران رنجيت سنگهه کي سوکڙيون
موڪليون ويون هيون ، هي سوکڙيون سر الهگزنڊر
برنس جي وسيلي سنڌ درياهه جي معرفت موڪليون
ويون هيون ته جيئن هن بهاني سان سنڌ ۽ درياهه
۾ جهازراني ۽ جي ذريعن جي به معلومات حاصل
ٿي سگهي . برنس جڏهن حيدرآباد ۾ آيو ته ميرن
جي لاءِ به طرح طرح جون سوغاتون آنداتين ، جن
۾ هڪ بندوق ، پستولن جو جوڙو ، ايراني شالون
۽ پيو ڪپڙو ، سوني واچ ، گهڙيال ، دوربينون
شيشي جا چار شمعدان ۽ بمبئي جي پٿر چاپي
( LITHO ) جا فارسي ڪتاب ۽ هندستان ۽ دنيا
جو نقشو شامل هئا . مير صاحب هي سامان ڏسي ڏاڍو
خوش ٿيا هئا ۽ سنڌ ن مرضي هئي ته رنجيت سنگهه

وارو وڏيڪ ساڻان به ڪين ملي هوي ! ان ڪري هنن اهڙي تقاضا به ڪئي پر انگريزن جي ايلچيءَ جواب ڏنو ته اها ڳالهه نه ٿي انگريزن جي شان وٽان آهي نه ٿي ميرن جي منهن وٽان! *

انگريزن پاران مختلف تحفن جي صورت ۾ ملندڙ لالچن ڪي ڏسي ميرن جي منهن تي سرڪ ٿي آئي ۽ جلد ئي مير فتح علي خان کين ڪوٺي کولڻ جي اجازت ڏئي ڇڏي ** انگريزن ٺٽي ۾ ڪوٺي کولڻ کان پوءِ ناٿن ڪرو کي ايجنٽ مقرر ڪيو جيڪو سوغاتن سان ميرن کي سرچائڻ واري رمز ۾ ماهر هيو. هن ڏيڍ سال ۾ فقط حيدرآباد جي ميرن کي ۲۳ هزارن روپين جون سوکڙيون ڏنيون. ان ڪري ميرن جو مٿس ايترو ته راز ٿي ويو جو جيڪڏهن هو ڪراچي ۾ صرف ڪوٺي وجهڻ جي موڪل وٺندو هيو ته کيس بنگلي جوڙائڻ جي به اجازت ڏئي ڇڏيندا هئا ***

---

Travells to Bukhara by: Sir Flaxander * Burnes Vol: I P: 51

Selections from the records of Com- ** musioner in Sindh F. No. 203/500

*** تاريخي مضمون از: چيتن ماڙيوالا ص: ۸۰

حاصل مطلب ته انگريز سامراج پنهنجي مقصدن کي حاصل ڪرڻ جي لاءِ مقامي ماڻهن کي لالچ، ۽ ڪوڙي لڙ جي ذريعي ڦاسائي، پنهنجو ڪري ڇڏيندا هئا.

## انگريز دور جون خرابيون :-

(۱) سنڌ تي دائمي قبضي رکڻ جي خاطر، انگريزن پنهنجي ثقافتي غلبي واريءَ چال کي خوب ڦهلايو. هنن ڌرتيءَ جي اصل وارثن ۾ غلامانا ذهنيت پيدا ڪرڻ جي لاءِ ڪيترائي قدم کنيا جهڙوڪ :

(الف) مقامي سنڌي زبان جي ترقيءَ کي روڪي انگريزي ڌارئي ٻولي کي اوليت ڏني وئي. ان ڪانسواءِ انگريزن، هر انهيءَ ماڻهوءَ کي نوڪري ۾ اوليت ڏيڻ شروع ڪئي، جنهن کي انگريزي ٻولي سکيل هوندو هو.

(ب) انگريز سامراج، ڌارئي ثقافت کي اختيار ڪندڙ مقامي ماڻهن کي مهذب قرار ڏيندا هئا. جهڙوڪ : پينٽ، شرٽ، ٽاءِ ۽ بوٽ پائيندڙن کي سرڪاري نوڪريون ڏئي وڏا خطاب ڏنا ويندا هئا. لارڊ ميڪاليءَ انگريز سرڪار وٽ ثقافتي غلبي جون تجويزون ڏيندي چيو هو ته: ” اسان کي هڪ اهڙي جماعت ڳولهڻ کپي، جنهڪا اسان

(انگريزن) ۾ ڪروڙها رعيت جي وچ ۾ هڪ ترجمان جي حيثيت وارو ڪم ڏئي سگهي. اها جماعت خون ۽ رنگ ۾ ته هندستاني هجي پر مزاج ۽ انداز ۾ انگريز هجي. *

(٢) انگريز حڪومت جي ڪائونسلن ۾ سنڌي ماڻهن کي ڪوبه حصو نه هوندو هيو جو هيو پنهن جي عوام جا ڏک ۽ سور پيش ڪري سگهن. ان طرح جملي ٻاهرين واپار، نوڪرين جـي وڏن عهدن ۽ انتظامي مسئلن کي صرف پاڻ وٽ رکي ڇڏيائون، توڙي جو سنڌ جي مختلف نوڪرين جو خرچ ته سنڌي عوام کان ورتو ويندو هيو پر نوڪرين ماڻهو وارا ۽ اختيار هلائڻ وارا صرف۽ صرف انگريز عملدار هوندا هئا. جنهن کان گهٽ پوء هـن رڻا ۾ ڪجهه نرمي آڻي دولتمند سنڌي هندن ۾ به وڪريون ورهائڻ شروع ڪيون ويون پر اهي به ممورا سندن چاڙتا ئي هوندا هئا. اهڙي ء طرح قـوم فروش، غلامانا ذهنيت وارو ڪامورو طبقو پيدا ڪيو ويو.

(٣) شهري زندگيء کي زور وٺرائي، ڳوٺاڻي زندگيء کي مفلوج بنائڻ جي لاء زميندارن ۽

---

* مسلمانوں کا روشن مستقبل ص: ١٣١

جاگيرداري جو هڪ خود مطلب ، جي حضوري ۽
بي ضمير گروهه پيدا ڪري ، ڌارين جي ايجنٽ
جي طور تي ڪتب آندو ويو . کين بندوقن جا
ليسن ، عزت وارا لقب ، درٻارين ۾ موڙا ڪرسيون
۽ آنرري مئجسٽريٽيون ڏئي غداريءَ جا ڪم
ورتا ويا .

انگريزي راڄ کان اڳ ۾ سنڌ هڪ غير منظم
جاگيرداري نظام جي وجود ۾ قائل هئي پر
انگريزن انهيءَ غير منظم گروهه کي منظم
ڪري ، سنڌ جي مٿان مضبوطيت جو پهاڙ
ڪيرائي ڇڏيو .

(۳) اورنگزيبي دور ۾ پيدا ٿيل مذهبي ڪٽر
پڻي کي وڌائي ، ملان ، پير ، پنڊت جي همٿ
افزائي ڪري ، سامراجي مفادن لاءِ ڪم آندو ويو .
۽ مذهب جي غلط تشريح جي ڪري مقامي
رهاڪن کي پست همت ، ڪمزور ۽ رياڪاري جو
عادي بڻايو ويو . هن مقصد جي خاطر عيسائي
مذهب کي به فروغ ڏيڻ شروع ڪيو ويو ته جيئن
ماڻهو ان مذهبي جذبي هيٺ خاموش رهي ،
ڌارين جي حڪومت جي خلاف ڪڙڪ به نه ٻولين !
جيئن دنيا ۾ هر مفتوح ملڪ کي دائمي طور تي
بيٺڪ بڻائڻ جي لاءِ فاتح ملڪن ، سدائين مذهبي

چار کي قتو ڪيو آهي، اهڙيءَ طرح سنڌ ۾ به عيسائين جي وڏاءَ ۽ ويڇاءَ جي هڪ طرف ڪوشش ڪئي وئي ۽ ٻئي طرف مان ۽ ٻنڌ تن کي الا ڪار بنائي عوام جا ذهن مسخ ڪيا ويا.

(۵) سنڌ جي حريت پسند عوام جي قومي جذبي کي چڱيءَ طرح سان ڪچلهو ويو. ايتريقدر جو سڄي برصغير ۾ پهريون دفعو صرف سنڌ ۾ ئي مارشلا لڳائي وئي. سنڌ جي سوين ڳوٺن کي اجاڙ ڪيو ويو، هزارها ماڻهو قتل ڪيا ويا، هزارها جيلن ۽ لوڙهن ۾ بند ڪيا ويا.

(٦) سنڌ جي پکيڙ کي گهٽايو ويو ۽ سنڌ جي هنرن کي ختم ڪري واپار کي وڏو ڌڪ هنيو ويو. اهڙيءَ طرح آهستي آهستي ڪري سنڌين کي جاهل، محتاج ۽ مفلس بنايو ويو.

(٧) ١٩٣١ع ۾ سنڌ جي آدمشماري ۽ آبادي ٣٨،٨٧،٠٧٤ ڏيکاريل آهي جنهن ۾ ٢٨،١٠،٧٩٨ مسلمان هئا. پر تاريخ شاهد آهي ته اورنگزيب جي زماني ۾ فقط ٺٽي ۽ ان جي آسپاس جي آدمشماري مٿين انگن جي لڳ ڀڳ هئي. اهڙيءَ طرح پڪ ته سنڌي ماڻهن جو قتل ڪيو ويو يا سنڌي ماڻهو ڊپ ۽ پيءُ ڪان لڏي ٻاهرين ملڪن ۾ رهڻ لڳا.

(٨) سنڌ ملڪ جي ملڪي حيثيت ختم ڪرڻ جي لاءِ ڪيس بمبئي سان ملايو ويو. مسٽر مانٽيگو وزير هند پنهنجي ڊائري ۾ لکيو آهي ته سنڌ بمبئي کي انهيءَ رقم کان وڌيڪ ڏئي ٿي، جيڪا بمبئي کان وٺي ٿي. بمبئي گورنمنٽ پنهنجي ١٦ ڪروڙ روپين جي بجيٽ مان سنڌ لاءِ صرف ٢ ڪروڙ روپيا رکندي هئي ۽ هوڏانهن وصولي ٤ ڪروڙ روپين جي ڪندي هئي. ان کان سواءِ سنڌ جي بجاءِ بمبئيءَ ۾ مختلف ڪاتن جا مرڪزي دفتر بنايا ويا ۽ اهڙيءَ طرح مقاسي رهاڪن کي مختلف سفرن جا خرچ ۽ ڪيو جنهن لاءِ عذاب سهڻا ٿي پيا.

(٩) انگريزن پنهنجي سامراجي نظام سلطنت کي پڪو ڪرڻ جي لاءِ هڪ اهڙو تعليمي نصاب قائم لارڊ ميڪاليءَ ڇيو آهي:

"پراڻي دور ۾ جنهن طرح زوردار ۽ با اثر ماڻهن کي افيم جو پست پياري، ڪاهل، پست، همت ۽ بد عمل بڻايو ويندو هيو، اسان جو نظام سلطنت بيان طرح ٿي اهل هند کي بيڪار ڪري ڇڏيندو!*"
انگريز پنهنجي سامراجي نظام سلطنت کي پڪو ڪرڻ

---

* حکومت خود اختیاری اور ہند و مسلم مسئلہ کا حل ص: ٣٠

جيُ لاءِ مڪاءِ اهڙو تعليمي نصاب قائم ڪيو، جنهنجي لاءِ سيد سليمان ندويءَ چيو: ”ملڪ ۾ تفريق موجود ٿي ڪئي وئي ـ هن ملڪ جي رفعت ۽ بلنديءَ جي بجاءِ انگريزي راڄ جي جاهه ۽ جلال، شان ۽ شڪوه، عدل ۽ انصاف ۽ امن ۽ امان جي بحالي جي تشهير ڪئي وئي اهڙي تہ خوبيءَ سان ڪيو ويو جو هي ملڪ خود اهل ملڪ جي اکين ۾ ذليل ۽ حقير ٿي پيو جو ملڪ سندن نگاهن ۾ معزز بڻجي ويو.“*

هن تعليمي نصاب اهل سنڌ ۽ هند جي دلين مان آزاديءَ جو جذبو ڪڍي، غلامانہ خاصيتون پيدا ڪيون ـ ايتريقدر جو هتان جا ماڻهو غلاميءَ تي فخر ڪندا رهيا. ٢٨-٢-١٩١٣ع ۾ آنريبل مسٽر الفنسٽن ۽ ايف وارڊن، تعليم جي مسئلي تي جيڪي ياد داشتون مرتب ڪيون آهن انهيءَ ۾ هنن لکيو آهي تہ ”اسان هندستانين جي ذهانت جا چشما خشڪ ڪري ڇڏيا ۽ اسان جي فتحن جو اهڙي نوعيت آهي، جو ان سان نہ صرف تعليمي ترغيب نہ ٿي ٿئي، پر ان سان قوم جو علم بہ سلب ٿئي ٿو ۽ علم جا ذخيرا ناس ٿي رهيا آهن.“

(١٠) انگريزن، سنڌ ۾ تهذيب ۽ راڄوڻي فيصلن

---

* خطبہ صدارت، ٿين ڪل پاڪستان تاريخ ڪانفرنس ڍاڪا، بنگلاديش.

کي هٿائي ڇهن جو هڪ اهڙو نظام قانون رکيو جنهن سان فيصلا ڏکيا، دير سان ۽ ڀهانگي قيمت تي ٿيندا هئا. انگريزي عدالتون، چغل خور، ڪوڙن گواهن ۽ دغاباز ن جو اڏو بڻجي ويون جنهن جو خود لارڊ ميڪالي پنهن جي تحرير ۾ هيٺين لفظن ۾ اعتراف ڪيو آهي.

” انهن عدالتن جي چوڌاري، هندستاني آبادي جا بدترين ماڻهو جمع ٿي ويا. هي ماڻهو چغل خور، ڪوڙا گواهه، مقدما ساز، دغاباز ۽ سپ ڪان وڌيڪ ترقي ڪرائيندڙن جو اهڙو گروهه هيو، جنهن جي مقابلي ۾ انگلستان جا بدترين پتي باز، نهايت ديانتدار ۽ رقيق القلب معلوم ٿين ٿا.“ *

(ii) انگريزن طرح طرح جي ظلمن ۽ طريقن سان سنڌ کي لٽيو ۽ ڦريو فيبروري ۱۸۴۳ع ۾ جڏهن حيدرآباد جي قلعي ۾ انگريز فوج ڪوڙي ترڪيتري ئي دولت ڦري ورتي، جنهن کي صرف گڏ ڪرڻ واسطي ڏيهه ڏينهن لڳي ويا. سرچارلس نيپئر قلعي جي لٽ ڦر لاءِ لکيو آهي ته: ” مال غنيمت تي قبضو ڪندڙن اڻڳڻين بيشمار خزانا لڌا جن جو تخمينو ۲۰ لک اسٽرلنگ

* MEKALEENS EASSYS P: 643--65

ڪيو وڃي ٿو." مير احمد خان ٽالپر پنهنجي
هڪ عريضيءَ ۾ لکيو آهي ته "هي (انگريز)
قلعي ۾ داخل ٿيا ۽ سمورن خزانن جهڙوڪ سون،
چاندي، تلوارون، بندوقون، چاقون، خنجر،
ڍالون ۽ ٻي ملڪيت جهڙوڪ جواهرات، قيمتي
ڪپڙو، قرآن شريف، ڪتاب، گهوڙا، اٺ،
سون، چانديءَ جا سنج، پتل ۽ چانديءَ جا برتن
۽ هر قيمتي شئي تي قبضو ڪيو ويو. هنن ايتريقدر
ته لٽيو ۽ ڦريو جو سپاهين جون جهوليون جواهرن
سان ٽمٽار رهيون ۽ هي جواهر ۽ ٻيون قيمتي
شيون ڪئي ڏينهن شهر جي بازار ۾ وڪڻندا هئا.
اها ڦرلٽ ڏهه ڏينهن هلي." ڪئپٽن جان جيڪب
سنڌ اريگيولر هارس جو ڪمانڊر ٻه انهيءَ شخصي
ملڪيت جي ڦرلٽ جو ذڪر ڪندي "ميمورنڊم
متعلق حيدرآباد ۾ پرائيز ايجنٽس جا ڪارناما"
۾ لکي ٿو ته "جڏهن حيدرآباد ۾ مارچ ۱۸۴۳ع
۾ مال غنيمت وڪجي رهيو هو تڏهن آءٌ گهوڙن
خريد ڪرڻ جي ارادي سان ٻه ٽي دفعا ان جاءِ
تي ويو هوس، جتي ڦرلٽ جو مال وڪري
واسطي گڏ ڪيو رکيو پيو هو. انهيءَ موقعي تي
ٻي مال سان گڏ مون ڏٺو ته ريشمي ڪپڙا ذري
۽ مقيش سان ڀريل وڏي تعداد ۾ پيا هيا. انهن

سامان ڪيترا ته اڌورا پيا هئا ۽ ڪن ۾ ته
اڃان سُئون به لڳيون پيون هيون. عورتن جي
ڪپڙن جون پيٽيون، صندوقون ۽ اولهه جي
رنگ برنگي تي ٽڪيل هر ڪنهن نموني جي بي بها
پوشاڪن ۽ ٻارن جي ڪپڙن جا وڏا ڍير
رکيل هئا هن سان گڏ فرنيچر، عورتن جي هار
سينگار جا سامان، پلنگ، بسترا، غاليچا ۽ ٻيو
گهرو سامان به بي انداز پيو هيو. اهو سمورو
سامان هن کان اڳ مالڪن جي ئي استعمال ۾
هوندو هيو ۽ هينئر عام نيلام ۾ وڪري واسطي
ايجنٽ آڏي رکيو هيو .... مان اڪثر ڪري هن
جي خلاف پرزور احتجاج ڪندو هوس ۽ دليلن
سان چوندو هوس ته فتح جي معنيٰ اها نه آهي ته
ڪنهن جي شخصي ملڪيت يا عورتن ۽ ٻارڙن
جي شين کي هضم ڪيو وڃي. اها وڏي ظلم
جي ڳالهه چئبي جو غريب عورتن کان سندن
گهرو سامان ۽ جسم تي پاتل جا ڪپڙا به زبردستيءَ
سان ڦريا وڃن. جهڙيءَ طرح ايجنٽن قلعي ۾ ڪيو
هو." هيءَ ڦرلٽ ايتري قدر ڪئي وئي هئي
جو مير ڪرم علي خان جي ناني جي گهر ۾ ١٥ لک
روپين جو مال لٽيو ويو ۽ سندن عورتن جا
سمورا زيور، پوشاڪون، سون چاندي جي

ڦاٽون کي لٽيو ويو پر انهن زيورن کي به ڦ
ڇڏيائون جيڪي عورتن کي جسم تي پيل هئا. زالون
شرم ۽ خوف وچان شهر مان ڀڄي نڪتيون ۽ حيدرآباد
کان ۵ ميلن جي فاصلي تي ڪٽڙ ۾ پيدل وڃي نڪتيون.
ان بعد مير نور محمد جي زماني ۾ انگريز داخل ٿيا
۽ اتي به ساڳيءَ طرح ڦر لٽ ڪئي وئي جو سنڌي
بيگمون ڀڄي وڃي هوسڙي پهتيون. مير صوبدار جي گهر
عورتن مان هڪ ڇٽي، ڪجهه پئسا پنهنجي ڪمر بند
مان ٻڌي ڇڏيا هئا جن مان ڪجهه سڪا ڀڄڻ وقت پٽ
تي ڪري پيا. اهو ڏسي ڪيس گرفتار ڪري سندس بدني
تلاشي وٺي، ڪمر بند وڍي سمورا پئسا ڪڍنس ڦرا
ويا. انکانپوءِ هرهڪ عورت کي وٺي سندس هٿن، پيرن
کن ۽ نڪ جا زيور لهرايا ويا.

اهڙيءَ طرح انگريزن سنڌ کي فتح واري ڏهاڙي
کان وٺي پوري هڪ صدي تائين سنڌ جي ماڻهن کي
معاشيءَ طور لٽيو.

(۲) سنڌ ملڪ انگريزن کان اڳ سڄي برصغير
جي تاريخ ۾ پهريون پهرو گڏجي حڪومت ڪرڻ
وارو ڪامياب تجربو ڪري چڪو هيو پر انگريزن
جي دور سنڌ جي وڏ زدڙ سياسي ۽ انتظامي صلاحيتن
کي پنجو ڏئي ڇڏيو.



نالو : صاحب خان ميراڻي

ولد : بهادر علي

ادبي نالو : سوره ميراڻي

جنم : 08.04.1975

جنم هنڌ : ڳوٺ ڪپڙو، تعلقه رتوديرو، ضلعو لاڙڪاڻو.

حال ائڊريس : غريب آباد محله، نئون ديرو. تعلقو رتوديرو.

تعليم : M.A سنڌي

ڪرت : اسسٽنٽ سب انسپيڪٽر آف سنڌ پوليس

<u>اڻ ڇپيل ڪتاب</u>

ڌرتيءَ جا رکوالا (ٻارن لاءِ ناول) 1990ع

سائر سهس گجن (شاعري) 2021ع

برهه منجهارا بوند (شاعري) 2022ع

صاحبِ ديوان سنڌي شاعر (تحقيق) اڻ مڪمل

موبائل نمبر : 0344 – 3919786

0300 – 3404488

اي ميل : sahibkhanmirani0@gmail.com

